

باقاعدي نڪرندڙ اخبار
نئين رنگ ۽ ڍنگ سان نڪري رهي آهي

# — رم جهم —

(رنگ کاسمايولٽن گروپ جي نج سماجڪ اخبار)

Editor :- SAVITRI GURBAXANI

ڪل چوويهه صفحا
جن ۾ بهترين ڪهاڻيون، شعر، دلچسپ ليک،
چهچٽا، سوال جواب، ريويون، چونڊ
فلمي خبرون وغيره ڏنيون وينديون.
رم جهم" سنڌي ساهت ۾ دلپسند ساهتڪ اضافو
آڻيندي:

ل جو چندو سوا روپيه، ولايت لاءِ اڍائي روپيه.
پبليڪيشن ۽ رم جهم جو گڏيل چندو ٦ رپيا
ڄ ني موڪلي گهر ويٺي حاصل ڪريو:—

## رم جهم ساهت منڊل

٤١٩، اي. گرانٽ روڊ، بمبئي ٧.



توهان جي گهر جي سونهن ۽ من جي شانتي
ان ۾ آهي ته ذرهي ڪتاب گهرائي پڙهو

عام پاٺڪن جي سهوليت واسطي بلڪل گهٽ اگهه ۾
هيٺين ڪتابن جو سيٽ پوسٽ خرچ سميت پندرهين
روپين ۾ موڪلي ڏيو. گهٽ ۾ گهٽ ڏهه روپيه پيسا
اڳواٽ موڪلڻ گهرجن.

شري مد ڀڳوت گيتا، ۱۸ اڌياءِ مهاتم قـل ۽ آرتيءَ
سميت مورتن سان.

گرو نانڪ صاحب جن جي جنم ساکي، سکمني صاحب
جپ صاحب، رهراس صاحب، آسادي وار، لت لير،
(پنج گرنٿ صاحب) گرو نانڪ ديو جي، واهگرو رام
صاحب جي ۽ سري ست ڪرتار جي، درياشاهه جي ۽
اڏيري لعل جي — نارائڻ ڪوچ، درگا چاليسا، شو
چاليسا، هنومان چاليسا، پنجتيس اکري، پنجڙا امرلعل جا
آرتيون سيپي ديوتائن جون، (ڪتابن آرتيءَ سميت)،
ست نارائڻ سواميءَ جي. چنڊر ديوتا جي، آرتوار ديوتا
جي، منگل ديوتا جي، گڻيش ديوتا جي، شنڪر
ڀڳوان جي، چوماسي جي، سومر ديوتا جي — (قصا ۽ ڪهاڻيون)
روپ بسنت بهاريءَ جو، پورن ڀڳت جو، راجا هرشچندر
جو، الجاديوي پورن ڪمار، راجا نل راڻي دمينتي، گرڙ
پراڻ (اصل وڏيون ڪتابون) — گيارس مهاتم، ويساکه مهاتم
مانگهه مهاتم، ڪارتڪا مهاتم، پرشوتم مهاتم — ولاس، گرو
نانڪ ولاس، ساوتري ولاس، ڪرشن ولاس، دروپتي ولاس،
ميران ولاس، برج ولاس — شبد — سنڌ ڙيءَ جا ٽي ڀاڱا.
برپالي شبد ۽ ساميءَ جا سلوڪ.

نوٽ:- ڪي به الڳ ڪتاب موڪلي سگهبا. لکپڙهه ڪريو.

# پارت اسٽور ڪئمپ ڪلياڻ (بمبئي)

# سنڌي ساهت جا چونڊ بهترين اصلوڪا ناول

| ڪتاب جو نالو | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| آواره | موهن ڪلپنا | ٻـ روپيه |
| عيش جي قيمت | سگن آهوجا | هڪ " |
| الله يرو اجالو | مولي پرڪاش | ڏيڍ " |
| الجهن | ايم. پي | هڪ " |
| لگن | موهن ڪلپنا | ڏيڍ " |
| شرت بابو | ڪي ٻرک ساهتڪار | اٺ آنا |
| پڪار | ليکڪا ڪماري پوپٽي | اٺ آنا |
| جهرو | آشا ميرچنداڻي | هڪ رپيه |
| چيخ | داس طالب | ٻه روپيه |
| شبنم | جواهر بنيجا | ڏهه آنا |
| مظلوم | جيوت لرلگ | هڪ رپيه |
| لات | ٻرک ساهتڪارن جي قلم مان | هڪ " |
| غير جي هٿن ۾ | " " | هڪ " |
| اڏڙي وچ ڪولج | لڇمڻ سائي | ڏيڍ " |
| جيون سنگرام | جڳ شنڪر پرساد | ٻارهان آنا |
| ودوا | ناراڻداس ڀمڀاڻي | اڍائي رپيه |
| پاپ پاڪيزگي | " " | " " |
| غريبن جو ورثو | " " | ٻـ " |
| شاعر | آسانند مامتورا | سوا " |
| بي وفا | ريلو گيهاڻي | ڏيڍ " |

چئن ڪتابن کان مٿي گهرائيندڙ کان پوسٽ خرچ نه ورتو ويندو۔ سمورا پئسا ڀا اڳواٽ موڪلڻ ضروري آهي

## پارس پبليڪيشن

## آواره بابت

موهن ڪلپنا جي ٻئي ناول ”آواره“ تي اڀياس
ڪلا جي خيال کان جيڪا آلوچنا آئي اهي هن دل
کولي مرحبا ڪئي. ليکڪ کي حو ـــ صلاحن ۽ ڏنو
ويو الهان جو ڪجهه هن واجب سمجهيو، سو هن دل جي
سچائيءَ سان سويڪار ڪيو. باقي جنهنجي ضرورت نه
سمجهيائين، تنهنکي شڪريه سان واپس ڪيائين.

آدرش وادي آلوچڪن جي آلوچنا خود سندن ئي
آدرشواد تي آلوچنا هئي.

ڪنهن چيو: تنهنجي ناول سماج جو ڪارو منهن
ڏيکاريو آهي. ڪنهن چيو: سڀ سچ آهي، مگر انجو
پرورش ٿيڻ نه گهرجي. ڪنهن چيو: پادر ڀاشي رومال
۾ هئين ها ته بهتر ٿئي ها. ڪنهن نه ائين به چيو:
ناول ۾ برابر ٻه پاسا آهن. مگر اونداهو پاسو جيترو اونداهو
آهي اوترو روشن پاسو روشن نه آهي. تون غدار آهين.
خبر ناهي تو جهڙن ليکڪن کي ڪيئن همٿايو وڃيٿو.

۽ ليکڪ چيو: دوست مونکي ٿار نه ڏي. هڪ
دفعو تون وديارٿيءَ کان وٺي جوڳيءَ ۽ جوڳيءَ جي
جهوپڙي کان وٺي گند جي ڍيرن تائين ڦهليل انساني
زندگيءَ کي وڃڙائيءَ تان ڏس. جيڪڏهن تون کي
ٿب ٿب تي، زندگيءَ جو اهو سچ، جو مون آواره ۾
ڏنو آهي، نظر نه اچي، ته اوڪي قسم آهي تنهنجي
آد ـ ادجو، تون ٻه وقت مونکي پٿرن سان سنگسار

# لگن

(اصلوڪو ناول)

ليکڪ:

موهن ڪلپنا

قيمت ڏيڍ روپيو

ڀارت پبليڪيشن

بلاڪ ١٣٨٦

ڪئمپ نمبر ۴ ڪلياڻ

## آواره بابت

موهن ڪلپنا جي ٻئي ناول "آواره" لاءِ اِحساس ڪلا جي خيال کان جيڪا آلوچنا آئي آهي، هن دل کولي مرحبا ڪئي. ليکڪ کي جو ٻـ صلاحن پر ڏنو ويو، ان جو ڪجهه حصو واجب سمجهيو، سو هن دل جي سچائيءَ سان سويڪار ڪيو؛ باقي جنهن جي ضرورت نه سمجهيائين، تنهن کي شڪريه چئي واپس ڪيائين.

آدرش وادي آلوچڪن جي آلوچنا، خود سندن ئي آدرشواد جي آلوچنا هئي.

ڪنهن چيو: تنهنجي ناول سماج جو ڪارو منهن ڏيکاريو آهي. ڪنهن چيو: سڀ سچ آهي، مگر انجو پرڪاشن ٺيڪ نه گهرجي. ڪنهن چيو: پاڻ رهسمي رومال رکجن ها ته بهتر ٿئي ها. ڪنهن ته ائين به چيو: ناول ۾ برابر ٻه پاسا آهن. مگر اونداهو پاسو جيترو اونداهو آهي اوترو روشن پاسو روشن نه آهي. ٻئي غدار آهن. عمر ڪاٽي تو جيڏو ليکڪ کي ڪيڏو حسابو وجهڻو.

۽ ليکڪ چيو: دوست مون کي ڪا ڏسي. هڪ ڏهو مون وڏي ٻارڙيءَ کان وٺي جوانيءَ ۽ جوانيءَ جي جهوڙي کان وٺي ڪند جي ٻرڻ تائين قليل انساني زندگيءَ کي وڃائيءَ کان ڏٺو. جيڪڏهن توکي ٺپ ٺپ لڳي، زندگيءَ جو اهو سچ، جو مون آواره ۾ ڏنو آهي، نظر نه اچي، ته توکي قسم آهي تنهنجي آدرشواد جو، تون ٻه وقت مون کي پٿرن سان سنگسار ڪجان.

# لگن

(اصلوڪو ناول)


ليکڪ:

موهن ڪلپنا



قيمت ڏيڍ روپيو

ڀارت پبليڪيشن

بلاڪ ١٣٨٦

ڪئمپ نمبر ۴ ڪلياڻ

کيس خبر آهي ته دنيا ۾ جن جن استرين سچ کي اپنايو
آهي، صرف تن ئي استري سمان ۽ ناري مريادا جو
ھميشه بلند ڪيو آهي. ۽ اهو ئي ڪارڻ آهي جو
سندس سڀاءُ ۾ تباهه ڪندڙ (Destructive) بنائي
کيس ڦاسائڻ لاءِ جيڪي استري - من وگيانڪ
(Woman-psychological) طريقا اختيار ڪيا ويا، تن
سڀني کي هوءَ ناڪامياب بنائيندي، زندگيءَ جي
اهڙا ئي اڳتي ۽ صرف اڳتي وڌندي ئي رهي.
ڪاش استري هڏهن زندگيءَ مان گهٽ ڪجهه پرائي
سگهي ٿي.

شرت چندر جون رچنائون ۽ راجلڪشميءَ جون ڪهاڻيون ته انساني
زندگيءَ جي هر موڙ تي، اکين ۾ ايڪ ڪهاڻيون ڪٽي بيٺيون
آهن، مگر انهن جي ٻولي سمجهندو اهو، جيڪو هنن کي
وڇڙائيءَ لاءِ نه سندو. موهن ڪلپنا جي هن رچنا مان
پڌري ظاهر آهي ته هن انهن جي ٻولي سمجهي آهي.
موهن ڪلپنا جي باري ۾ ايترو لکڻ بلڪل ضروري
تو سمجهان ته هو ڪنهن به وشيه تي رايو لکندو ته هن
آهي، جڏهن هنڪ ان وشيه جو اولهو اڀياس ۽ پوري
ڄاڻ هوندي آهي. دل کي دل سان ڳوڙهي راهه
...ندي آهي، سچ وديا انساني ڌرم ۽ روحانيت،
...جون دلچسپ وهيون آهن. پنهنجي ليکڻ - ڪلا
...انوي رنگ ڀري هن "لڳن" ۾ انهن وشين جو نهايت
...صورت اظهار ڪيو آهي.
اميد ته توهان ڪي اتفاق نه ٿيندو.

...و نگر - ۴،
۶-۱۱-۱۹۵۴ع.

ديال آهوجا

## ليکڪ جي قلم مان

لکڻ ناول ۾ مون هڪ ان استريءَ جو چٽو ڪڍيو
آهي جنهن کي مون ۽ جنهن زندگيءَ کي نهايت ويجهڙائيءَ
کان ڏٺو آهي. هر استري هن ۾ آهي ۽ هر استريءَ
۾ هوءَ. هنجي ڪهاڻي هر استريءَ جي ڪهاڻي آهي.
استريءَ جي آزادي، انهي حد، ان ٻن طرف هنجو پيار،
انهن جي اسٽران طرف مختلف نقط نظر، ان سڀ
جي هڪ نڪي جهلڪ سنڌس زندگيءَ ۾ نمايان آهي.

نانڪا زندگيءَ ۾ صرف اڳيان وڌي سگهي آهي.
اڳيان وڌندي ڏسي ٿي ته ڪو به سچائيءَ سان هنجي
دل، هنجي جذبات، هنجي چاهنائن، هنجي اصليت
کي عملي طرح سمجهڻ جي ڪوشش نٿو ڪري. هوءَ
ٻڪ ٻڪ ٿي نوڪرون کاني نسي. مگر ان هوندي به
هميشه اڳيان ٿي وڌي نسي، ۽ وڌندي زندگيءَ جي
هر وکڙ تي استريٽي جو امر يادگار قائم رکي ٿي.

”لکن“ ناني جو سنبند آن ڪردار سان آهي جنهنجي
”لکن“ پولنگ، چالبازي ۽ ناٽڪان ڏيکان آزاد آهي.

(نوٽ: ناول ۾ پروف جون ڪجهه چڪون رهجي
واون آهن. مکه، چڪون درسب ڪيون وڃن ته
بهتر ٿيندو. صفحي ۱۴، سٽ ۲۳، وهندڙن لفظ پوئان
ڏهيون لفظ لکڻ گهرجي. صفحي ۲۵ سٽ ۶ ۽ ۷،
چپ چپ بدران چپ چپ. صفحي ۹۸، سٽ ۱۲، ٻانٽي
بدران ٻانٽي.)

ڪراچي ۴-۱۱-۱۹۵۴ع موهن ڪلپنا

"۽ تنهنجو ويچار؟"

"مان اوهان سڀني سان سهمت ناهيان."

ڪاري ۽ لال رنگ ملائڻ سان جو رنگ ٺهندو آهي، منهنجي جواب ٻڌڻ سان سڀني جي چهري تي اُن رنگ جي ڇاپ لڳي ويئي. پر اُن ۾ مولڪي ڪا خوشي نه ٿي. ساهيڙين جا گلابي مکڙا، ڀورين پيلي ڪمل جي پنکڙين جيان پيلا ۽ پوءِ پپل جي ساون پنن جيان ساوا ٿي ويا. مولڪي دکي ٿي ٿيو. ۽ منهنجي اِن احساس کي محسوس ڪري رنجيءَ پاڻ تي مڪمل طرح غالب ٿيندي چيو، "تنهنجي معنيٰ ته تون پتي-پتنيءَ جي سمبنڌ کي اَنوت لئي سمجهين؟"

"سمجهندي به ڪيئن" ميران ڪيس سر وڻائيندي چيو، "اِن ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ جنهن احساس جي ضرورت آهي اُنکي هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن محسوس ئي ڪٿي ڪيو آهي."

مولڪي سخت چوٽ پهتي.

”پر نرملا“ نينا چيو، ”مون توکان ڏاڍو ويچار پڇيو. پر ڪجھ به نه. پيٽ ان پر نه ڪو شڪ ڪوڙي نه لون ڏڌريڪار آهين. نه تو انساني زندگيءَ کي تمام ويجھرانيءَ کان ڏٺو آهي. پڻ تون ڇو اُسان سان اُسھمت آهين؟“

”منهنجي خيال پر صرف اهو سنبند اُتوت؛ تي سگهيتو، جتي حق، فرض ۽ جوابداريءَ جو مڪمل ڪذبل احساس آهي. جتي ان احساس جي لوري نه کوت آهي، اتي اُن سنبند جي ٽٽڻ جو هميشه انديشو آهي.“

ميران ڪلندي چيو، ”ڏن ڇا ان ڳالھ کي ڪوڙ تي چواڻ نه پتي ۽ پتني جڏهن اڳيءَ اچيان، زندگيءَ جي ڏک سکن پر ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو قسم ڪائيندا آهن، تڏهن هنجي دلين پر زندگي پر هر طرح ساٿ ڏيڻ جو اُحساس رهندو آهي؟“

”نه. اهو سچ آهي مگر اهو سچ اُمر سچ نه آهي.“

رجنيءَ چيو، ”تنهنجي چوڻ مان انين ٿو لڳي تہ اهو سچ هوندي به ڪن گهڙين ۽ پلن جو سچ آهي.“

مان غلط فهمي دور ڪرڻ لاءِ جواب ڏيان تي ڏيان، انڪان اڳ ميران جهٽ ڏنو، ”نرملا، تون پلي ان سچ کي ڪن گهڙين ۽ پان جو سچ سمجھ، مگر اُسان لاءِ تہ اهو هر گهڙيءَ جو سچ آهي. ۽ جيڪڏهن نہ هر گهڙي هميشه قائم آهي انڪري اُسان لاءِ اهو امر سچ آهي.“ هڪ اهو وسندڙ برسات ڏانهن نهاري، ٿهڪ ڏيئي

ننولي ڪندي چيائين، "پر اهو سڀ توکي سمجهه ۾ نه
ايندو. تون لــ تينءَ چوماسي جي برسات سمان. جا
گهڙيءَ ۾ ٻوڙي نه گهڙيءَ ۾ نه. تون وقت سچ جي ٻــ
گهڙي معنيٰ؟ تنهنجي لاءِ وسڻ ۾ سچ ۽ نه وسڻ
سچ."

"۽ تنهنجي لاءِ؟"

"منهنجي لاءِ نه اسانجي لاءِ چئه. اسان لاءِ نه وسڻ
جي ڪا معنيٰ ڪانهي. اسين صرف وسڻ ٻون آهيون."
مولکي هنجي بيعقوفي تي کل اچڻ کپندي هئي؛
مگر اها نه آئي. هنجو اهو جواب جڻ منهنجي پتيور تا
ڌرم کي للڪار هئو. ڳالهه سچ جــي هئي، مگر هوءَ
پتيءَ طرف پتنيءَ جي پرير تي وڃي پهتي. گهڻو کلڻ
جي عادي هوندي به کلي نه سگهيس، اتني خوشي
ي تير.

بينا گنڀير ٿي چيو، "ميران، توکي خبر آهي تون
ا ڳالهائي رهي آهين؟ ڪامني. تو سمجهو؟ توکي خبر
ي ـــ ميران ڪٿان ڪــان وڃي ڪٿي پهتي آهي؟
نهنجي خيال ۾ نرملا جا پتي-پتني جــي سمبنڌ بنسبت
ڙا به ويچار هوندي؛ سندس پتيپڻي جي ماپ سندس
ارن سان ماپي نٿي سگهجي."
هيل تائين شانت رهيل ڪامنيءَ بلڪل همدردي
ءِ چيو، "رام رام چئه پيڻ. نرملا کي جيترو مــان
ي توهان مان ڪير به ڪيس ايترو نٿو چاهي. تو ها

مان ڪا وهي ڪٽي نه ڪا ڪتي. مان ئـــ سندس پاسي ۾ رهندي آهيان. مونکي ياد آهي تـــ جڏهن سندس پتيءَ کـــي پوليس گرفتار ڪري ويئي تڏهن پورا ٽي ڏينهن هن اَن جو ڪڻو به نه ڪاڍو......"

رجنيءَ ڪيس وچ ۾ ڪٽيندي چيو، "مگر پـوليس سندس پتيءَ کي ڇو گرفتار ڪيو؟"

"نه توکي شايد خبر ڪونهي. هتي جڏهن ريجينٽ ٽاڪيز ۾ گولڊن ڪان ڪن سنڌين تي مارا ڪٽي ڪئي ويئي تڏهن آس پاس جا ڪيترائي سنڌي اُنهن ڪنڌن تي ٽٽي پيا. پوليس سيما وارن جو پاسو ڪيو. سنڌين پوليس سان به ٽڪر ڪاڍو. مگر پوءِ جڏهن پوليس جو تعداد وڌي ويو تڏهن هرڪو ڇڙوڇڙ ٿي ويو. پوءِ نه پوليس نهايت ظلم ڪيو. اِدا نه هاڻ توهان کي به خبر هوندي تـــ پوليس آس پاس جي اڏڪن ۾ گهري ويئي ۽ ڪيترن سنڌين کي لتون-ڪون هڻي گرفتار ڪيو ويو. نرملا جو پتي به رات ويندي گرفتار ٿي ويو مگر پوءِ پين جيان ٽن ڏينهن کانپوءِ باعزت ڇٽي آيو. پيرا ميران.... پڏاءِ ڪهڙي استري لـي سکهيتي جيڪا پنهنجي ليڪ ۽ ايماندار پتيءَ کي پيار نه ڪندي هجي؟"

ميران ڪو به جواب نه ڏنو.

نينا چيو، "نرملا اسين هاڻ هلون؟ — بر سانس بند ٿي ويئي آهي."

سڀ [illegible]

آلائي ڇو منهنجي دل غم سان ڀرجي ويئي. اکين ۾ آلسؤ اچي ويا. مان جيئن دروازو بند ڪرڻ لاءِ اُٿيس تيئن منهنجي نظر دروازي مان اندر ايندڙ ميران تي پيئي. هن ايندي چيو، ”مونکي معاف ڪر“ تو ملا. سچ اڄ تائين مان توکي سمجهي نه سگهي هيس. مون توکي غلط سمجهو هئو. پيءُ ۽ بڌاءِ، تون مون لئي پيءُ کي معاف نه ڪندين؟“

هوءِ منهنجي نزديڪ آئي، مون هنکي ڳـراٽڙي پائي چيو، ”ان ۾ تنهنجو ڪـو قصور ڪونهي ميران. منهنجي ماضي تي ڪجهه اهڙي آهي.“

”تون جيڪڏهن مونـکي معاف نـه ڪندين تـه سچ پچ مونکي ڏاڍو ڏک ٿيندو. سوچيائين، تو زندگيءَ ۾ ڪيترو نه سئو آهي؟ مون اهو سڀ ڄاڻندي به توکي ڪٿين توڪون هيون. مونکي سچ پچ معاف ڪر ڀيڻ.“

جواب ۾ مون هنجي ڪلهي تي هٿ رکي مسڪرائي هلڪو زور ڏنو. ان زور مان هوءِ منهنجو جواب محسوس ڪري آهستي آهستي دروازي کان ٻاهر هلي ويئي.

هوءِ ويئي مگر مان پٿر جيان هڪ هنڌ بيٺي رهيس. مـان زندگيءَ ۾ صرف اڳيان وڌي هيس. مگر اڳيان وڌندي به آئي اُلي هيس جتان منهنجي اڳيان وڌڻ جي شروعات ٿي هئي. اڄ مونکي اهو سڀ ڪجهه ياد اچڻ لڳو. جيئن آسمان طرف نظر نه هوندي به آسمان مان تاري ٽٽڻ ڪري انسان جو ڌيان اُن تاري ڏانهن

چڪچي ويندو آهي، ليڪ ليڪن مهنجي زندگي ۽ ماضيءَ جي واڳو مبدل ٿي هوندي ۽ مهنجو سمورو ڌيان مهنجي ماضيءَ جي زندگي طرف ڪڇي ويو.

( ٢ )

لنڊي هوندي وڏو پانو ڏاڍو ماريندو هئو. ڪو ٻه ڪولا هئو جيڪو مولڪي پانوءَ جي مار کان بچائيسي. ڪلارڪ پانوءَ جي غصي اڳيان بابا ۽ اميءَ جي آواز کي ڪو به وزن ڪولا هئو. پانو سنتوش خبر ناهي ڪوڙي حد جي دشمنيءَ ڪارڻ اهين چاهيندو هئو ته مان اسنتوش رهان. هڪ ڏينهن رواجي ڳالهه تان پليءَ ٻه وچڙو هٽي ڪيڏيائين. مان سور ته سهي ويس مگر رستي تي رنڊ روڪي نه سگهيس.

اسانجي چهين انگريزيءَ (ڏهين درجي) جو ماستر هاسانند باهران ڏسڻ جو لهايت گهڻڪهرو ماڻهو هئو. اُن ڏينهن هو مولڪي آفس روم ۾ ولي هليو ۽ پڇڻ لڳو، "ار ملا ... ٻڌاء اڄ لنهجون اکيون ڇو سڄيل آهن؟ .... اُڄ ڇا اکثر لنهجون اکيون سڄيل ڇو هونديون آهن؟"

ماستر جو سوال ٻڌي مان چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

هن پنهنجو هٿ، مهنجي مٿي تي ڦير يندي، لهايت همدردي اوع پڇيو، "مولڪي نه ٻڌائيندين؟ ڇو ... ڇا مان لنهنجي پتا سمان ناهيان؟"

هنجي ان جملي، سندس آواز ۽ همٿ جي ڇهاو ۾ الائي ڪيترو جادو ڀريل هئو جو مدت کان سيني ۾ ساڳيل ڏکن جو درياه، ساوڻ ۾ وهندڙ نديءَ جيان، منهنجي اکين مان اٿلي پيو. مون آنسن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي مگر روڪي نه سگهيس. آنسو اوسيتائين وهندا رهيا جيستائين مون ماستر کي پنهنجي ڪهاڻي نه ڇني ٻڌائي.

الڪاپوءِ جو ڪچو منهنجي گهر ۾ تيندو هئو سو سڀ اچي ماستر کي ٻڌائيندي هيس. ۽ ماستر هميشه آئت ۽ آساهه ڏيئي چوندو هئو ته، هڪ ڏينهن اهو سڀ ڪچو ويندو رهندو ۽ الڪاپوءِ جو ڪچو رهندو، تنهن کي ڪڏهن به ڏکن جي ٻرچائيءَ نه ٻولندي.

هڪ ڏينهن پڇيائين، ”نرملا، تون سٺو ڳائي به سگهندي آهين مگر ڪڏهن سٺو ٻڌڻ به چاهيندي آهين؟“

”چاهيندي ته آهيان پر ان چاهڻ جي معنيٰ ڪهڙي؟ نه نه گهر ۾ ريڊيو يا فوناو آهي ۽ نه نه مان ڪنهن سنگيت منڊليءَ ۾ آهيان.“

”پوءِ اڄ رات ٻڌڻ هلندينءَ؟“

”ڪٿي؟“ مون عجب ۾ پڇيو.

”منهنجي هڪ دوست جي گهر. هنجو پٽ هڪ سٺو ڳائيندڙ آهي. سندس نالو آهي مدوهر. جهڙو اٿس نالو تهڙو اٿس سر.“

راڳ تي ته مان فدا هئس مگر تڏهن به ڪڏهن اڻواقف جي گهر وڃي راڳ ٻڌڻ ۾ ڪجهه سنڪوچ ٿيڻ لڳو. ٻـر پوءِ ماستر جي زور ڪرڻ تي ساڻس هلڻ لاءِ تيار ٿـي ويس. اتي پهچي هن پنهنجي دوست کي ٻڌايو ته مان شهر جي رٽائرڊ ريلوي ڪلارڪ جي ڌيءَ هيس. پوءِ هن ايڪانت ۾ وٺي منوهر جي مونسان واقفيت ڪرائي.

منوهر مٺڙو ڪبوليت هئو. بانسري سان بي حد پيار هئس. وڄائي بہ خوب ڄاڻندو هئو. سندس چوڻ هئو ته بانسري سکڻ ڪالهوءِ هنجي سر مان ميناج اکري ويو هئو. چيائين: چئو ته بانسري ٻڌايان. ۾ ماستر چيس، ادا پئي ڏسجي، اڄ نه. هن ماستر جو چوڻ ٻجا آڻي اسالڪي "امر جولي" پڪچر جو گيت ٻڌايو:

"امر هئي ٻربر ڪي شڪتي،
امر هئي ٻربر ڪا گانا"

جڏهن باهر آياسين تڏهن ماستر پڇيو، "ڪيئن نرملا...... منوهر ڪيئن لڳو؟"

سندس سوال ٻڌي مان دنگ رهجي ويس.

"مهنجو مطلب منوهر جي آواز سان آهي."

"سندس آواز ۾ جڻ زندگي ئي ڪونه هئي."

"اهو سڀ تنهنجي همت وس آهي."

اهو ٻڌي مان ٿياهين دنگ رهجي ويس.

هن مشڪي جيو، "چري، ڪلاڪارن ۾ ڪلاڪار

۾ زندگي پيدا ڪري سگھندو آهي.“

(٣)

ڌرتي سڄ جي چوطرف ڦرندي رهي.

منوهر ۽ مان بلڪل گهرا پنجي وياسين. مگر مان هڪ ڳالھ کان خبردار هيس. لعدني هو لڏيئي آسيءَ مولکي هڪ سبق سيکاري چڏيو هئو ۽ اهو تہ اِستريءَ لاءِ ستيپڻو ئي سڀ ڪجھ آهي. جنهن ڏينهن کان اهو لاس تي وڃيو، تنهن ڏينهن کان هن وٽ ڪجھ بہ لٿو رهي.

مگر هڪ ڳالھ مون پنهنجي ياط چالي تي تہ اِستريءَ جي مظبوط چرتر اڳيان پرش جي ڪمزور چرتر جي ڪا معني ڪولهي.

منوهر سان مان اينري تہ گهري تي ويئي هيس جو چڏهن هو باهر ويو ۽ آتان وچي دل جي آرٻن جو خط لکيائين، تڏهن خط رستي پاط ارپي چڏيو مالس. هونءَ پهرين تہ پڪو خيال ڪيو هئم، تہ کيس جواب ڪالہ ڏيندس. چو تہ چالم ٿي تہ جي ڳالھ ڪانديءَ تہ ڪتان جي بہ تہ رهندس. پائو تہ اصل جيئرو تہ چڏيندو پر پوءِ ماستر جي گهٽي زور ڪرڻ ڪي کيس جواب ڏيئي، چڏيم. ڏلم ۽ ڏيندي رهيس. ۽ اِنهن خطن ۾ ٿسي اسان هڪ ٻئي کي ارپي چڏيوسين. هن چيو تہ هو ڪرشن تيندو ۽ مون چيو تہ مان رادا.

هڪ ڏينهن جڏهن هن بدسريءَ جي دردي آلاپ

مان ڪمري ۾ هڪ گهرو درد ڀري چلايو، ٻڌهن
الائي ڇو مونکي روئڻ اچي ويو.

هو چوڻ لڳو، "مان ڄاڻان ٿو نرملا. ڄاڻان ٿو ته تنهنجي
دل ۾ هڪ گهرو درد ڀريل آهي. مگر نرملا .... منهنجي
زنده رهندي تون ائين آنسو وهائين؛ مونکي سخت
چوٽ ٿي لڳي."

مان ڪيتري دير تائين اکيون ٻوري ويٺي رهيس
مگر جيئن اکيون کوليم منوهر ڏانهن نهاريم، ليڪن ڪنهن
نامعلوم خوف کان ٻپالڪ لهوائي ڪسي ويس.

هن دل ۾ همت رکي، اڌ اکيون ٻوري، مسڪرائي
چيو، "هي دل ڏاڍي بي ايمان آهي. چيو مانس: نه.
چوٽي ها!"

مان هن ۾ عجيب بدل ڏسي اچرج ۾ پئجي وئي
هئس. پڇيو مانس، "ڇا نه، ڇا ها؟"

"چوٽي نه مان لوڪي گلي لڳايان."

"منوهر" مون ٿورو سخت ٿي چيو، "اِهو سڀ ٺيڪ
ناهي. پنهنجي دل تي ضابطو رکو."

"ڇو؟"

"ته ڇا اِهو سڀ ٺيڪ آهي؟"

"ٺيڪ نه هوندي به، نه نه آهي."

"تون ته چيو ته هي دل ڏاڍي بي ايمان آهي. پوءِ
دل جي بي ايماني ٻري نه ڇٽي؟"

"مونکي خبر ڪونه هئي ته تون اکين ۾ اندر

آهين."

"۽ مولکي خبر ڪونہ هئي تہ تون ايڏو بدتميز آهين."

"اڇا تہ اڄ مان بدتميز بہ ٿي ويس!" هن طنزي لهجي ۾ مشڪي چيو.

"بدتميزيءَ کي جيڪڏهن سگهہ هجن هان تہ خبر پئجي وڃيئي تہ تون ڪير آهين."

"ڇوڙو بہ آهيان، لنهنجو ٿي آهيان."

مان اٿي کڙي ٿيس. هن بہ اٿندي منهنجي سامهون ٿيندي چيو، "ڇو، وڃي ٿي ڇا؟"

"ها وڃان ٿي. مگر هاڻ ڪڏهن بہ نہ ايندس"

هن پنهنجون ٻئي ٻانهون ڦهلائي چيو، "۽ جيڪڏهن نہ وڃڻ ڏيانءِ تہ؟"

"تون ٿيندو ڪير آهين مولکي روڪڻ وارو؟"

"هڪ لوهي ديوار".

مون اڳيان وڌندي چيو، "مگر مان اهڙا لوهي ديوار ٽوڙي ڇڏيندس."

مان جيئن تورو پاسو ڪري اڳيان وڌيس ليڪن هن ٽپ ڏيئي پنهنجون ڦهليل ٻانهون منهنجي چوطرف ورائي ڇڏيون.

مون غصي ۾ اُچل ڏيئي پاڻ ڇڏائيندي چيو، "مدوهن، مولکي لنهنجي اها روش هرگز پسند ناهي. مولکي اجوڳي وهنوار کان سخت نفرت آهي."

"آخر مون ڪيو ٿي ڇا آهي جو تون غصي ۾ رهي
آهين؟ ڇا ڪجهه ڪيو اٿم نه ان ۾ هرج ڪهڙو آهي.
آخر تون منهنجي ٿي نه آهين."

"مان تنهنجي آهيان؛ اهو اڌڪار توکي مليو ڪٿان؟"

"تنهنجي چئين مان."

"ٻڌ منوهر."

"چئه."

"اسين جيڪڏهن ڪٺو رهڻ چاهيون ته ٻنا چلين
جي رهي سگهون ٿا؛ جي نه رهڻ چاهيون ته ڪا به ڳالهه
اسان کي گڏ رهائي نه سگهندي. جيڪڏهن مان توکي
ڇڏي هلي وينديس ته سمجهه، ته اهي ڇنيون هاڻ
بي معنيٰ ٿيون؛ مان وڃي ٿي رهي آهيان."

ائين چئي مان وڃڻ لڳس. سمجهيم ته مڏڪندو؛
مگر ڪر نه ڪياتين. مگر جي ڪري هان تڏهن ٻــ
موٽان نه هان.

(٤)

منوهر سان ايتري نه ناراض ٿي ويئي هيس جو اُن
ڏينهن سندس گهر مان نڪرندي پڪو پرڻ ڪيم تهـ
جيستائين هو پنهنجي ان اجوڳي ورتاءَ جو پڇتاءُ نه ڪندو
تيستائين مان سندس سان هڪ لفظ به نه ڳالهائينديس.
پر پوءِ جلدي مون محسوس ڪيو ته هڪان ڪجهه لثرت
ٿولدي، ته مان ڪيس دل مان ڪڍي نه سگهي هئس،
الٽو هڪ مکيه ڪارڻ ماستر به هئو هو روز روز ڇولد و

هئو: ”منوهر ته صفا ديوانو ٿي پيو آهي. ڏاڙهي-
ڇڏون-وار وڌي جهڙ وليون ٿي ويا اٿس، ته بدا نه اٿس
چين نه قرار. اڪيلائيءَ ۽ اداسائيءَ کيس حيران ۽ پريشان
ڪري ڇڏيو آهي.“ وغيره.

هر ڏالهن لامعلوم ڪيئن پائوءَ کي اها خبر پئجي وئي
ته منهنجو منوهر سان پيار ٿي ويو هئو. مار به مار ڏنائين.
خيال نه ڪيائين ته مار اڪثر گمراه کي وڌيڪ گمراه ۽
بگڙيل کي وڌيڪ بگاڙيندي آهي. ۽ مان ته مار جي عمر
ڪان ڪافي وڌي ٿي چڪي هئس. امي ۽ بابا جهڙ بيوس
هئا. تڏهن به آخر اميءَ ٿي هنکي پڪڙي مولکان دور
ڪري واٽي.

پئي ڏينهن مون اها ڳالهه ماستر سان ڪئي. ڳالهه
بڌي ماستر عجب ۾ پئجي ويو. چيائين ته اها خبر
سنتوش کي پيئي ڪتان. خبر ته صرف ٿن کي هئي.
هڪ کيس، ٻيو مولکي ۽ ٽيون منوهر کي. مون به ماستر
کي چئي ڏنو، ”دادا — منهنجي دل هن دنيا مان بلڪل
ڪٽي ٿي پيئي آهي. پر وشواس ڪندا. ان هولدي به
مان مرڻ لئي چاهيان. بڌايو ڇا ڪريان؟“

اهو بڌي ماستر گهري ويچار ۾ پئجي ويو. پوءِ
چيائين، ”نرملا، گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ مون محسوس
ڪيو آهي ته تنهنجو آئينده بلڪل اونداهون آهي. اڄ
تنهنجي گهر ۾ اهو ڪوبه ڪونهي جو صحيح معنيٰ ۾ تنهنجو

ڌدر ڪري. مان ڌ هولد اهڙي گهر کي ٿي سلام ڪري
چڏيان، جتي منهنجي ولي مالڪ ۽ عزت ڌ ڪئي وڃي.
موں جڏهن ڀهريون دفعو منوهر سان تنهنجي ڏکي جيون
جو وستار ڪيو، تڏهن هنجي دل جهڄ ٿي ٿي پيئي.
ڪيترو ئي آنسن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪيائين مگر
آنسو روڪجي نه سگهيا.

اوچتو گنڀير ٿي چيائين، "سائين، تنهنجي خبر آهي
ته ڌ گهر ۾ منهنجي ڪيتري نه عزت آهي. گهر ۾ ڪوبه
ڪي ڪوبه دک ڪونهي. ان هوندي به مان ترملا جي
بهتريءَ لاءِ هيءُ سندر گهر ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان. مان
مترڪيوليٽ آهيان. پر ترملا لاءِ مزدوري ڪرڻ پيئي
ته آهيان به ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندس. ترملا جي لاءِ ته
مان آسمان مان چنڊ ۽ تارا به لاهي اچڻ لاءِ تيار آهيان.
منهنجي لاءِ ترملا جي شيوائي، منهنجي آتما جي مکتيءَ
جي ساڌنا آهي."

"ڀلاءِ ترملا...... تنهنجو ڪهڙو وچار آهي؟ ......سچ
اهڙو موقعو وڃائڻ سراسر ناداني آهي. باقي ان ۾ ڪو
شڪ ڪونهي ته توهان ٻنهي جو پختو پيار آهي. ۽
پختي پيار ۾ هميشه، اٽل وشواس رهندو ئي آهي. جنهن
پيار ۾ وشواس ڪونهي اهو پيار، پيار ڪونهي......۽ مان
سمجهان ٿو ته تنهنجو منوهر ۾ مڪمل وشواس آهي."

ٿورو روڪجي چيائين "ٺيڪ ترملا ٿورو سوچ، ڀلا ان ۾
منهنجو ڪهڙو سوارٿ آهي. سکيءَ جو مان توهان ٻنهي

جو ايترو ويچار ڪري رهيو آهيان؟ سچ ته مون جيون
جي اصليت کي سمجهيو آهي. صرف اهوئي ڪارڻ آهي
جو مان ٻئي جو دک پنهنجو دک ۽ ٻئي جو مسئلو پنهنجو
مسئلو ڪري سمجهندو آهيان. ان ڏينهن منوهر جڏهن
پنهنجي درد ڀري جيون تي روئي پيو، تڏهن منهنجي
۾ ڇاتي هڪ گهري درد جا قانڊ لڳي. اڄ مان
پنهنجي سيني ۾ ڪجهه ڇپ ڇپ محسوس ڪري رهيو
آهيان. سچ ته اها ڇپ ڇپ ئي پنهنجائپ جي مکيه
نشاني آهي."

مون سوچيو، ويچاريو ۽ آخر گهر ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي
ويس. ٻئي ڏينهن فيصلو ڪيو ويو ته اسين ڪنهن مقرر
ڏينهن مقرر وقت تي ماستر جي گهر گڏجون. جتان
پوءِ منوهر ۽ مان ڪنهن ٻئي شهر ڏانهن هليا وڃون.
آخر اهو مقرر ڏينهن اچي ويو. مون اڳيئي بئگ
ڏاڪڻ هيٺان لڪائي رکي هئي. مقرر وقت تي اها بئگ
کڻي اچي ماستر جي گهر پهتس. ماستر جي زال ٻارن
سان پيڪي ويئي هئي. اتي منوهر، ماستر ۽ هڪ ٻيو
نوجوان ويٺو هو. منوهر آرام ڪرسيءَ تي ليٽي مزي
سان بنسري وڄائي رهيو هو. مون کي ڏسي هن بنسري
وڄائڻ بند ڪري ڇڏي. ماستر منوهر ڏانهن نهاري
چيو، "ڇو منوهر...... بنسري وڄائڻ بند ڇو ڪيئي؟...
آها...... تنهنجي بنسريءَ جي مڌر آلاپ ۾ ڪيترو نه
درد ڀريل هو...... فضا ۾ ڄڻ سنگيت جي ديوي

روئي رهي هئي.“ پوءِ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين،
”ڪر کير، ايندي ڪا انڪ نه پيش ڪار آئي؟“
ووخ مختصر ۾ ڪيس سڄو احوال ڏنم منوهر کي ڳالهه جي
تياري ڪرڻ لاءِ چيم. مگر عجب ڪهڙو جو هو ڳالهه
کان ٽٽڻ لڳو. چي، ”اگر او ملا چوي ٿو ته مان ڪيس
آسمان مان چنڊ ۽ تارا به لاهي اچڻ لاءِ تيار آهيان، مگر
ڪڏهن به حالت ۾ گهر ڇڏڻ لاءِ تيار ناهيان.“

اهو ٻڌي منهنجي دل جي دنيا ۾ زلزلو مچي ويو،
سڀ ڪجهه ڊانوان ڊول ٿيندو نظر آيو. روشني هوندي
به اکين اڳيان اونداڪار ڦهلجي ويو. ڪجهه نه سمجهه ۾
ٿي آيو ته اهو سڀ ڇا ٿي رهيو هئو. ڪيترو ئي سمجهڻ
جي ڪوشش ڪيم پر سمجهي نه سگهيس ته جنهن منوهر
مزدوري ڪري نه موڪلي سگهي وڃڻ جو سنڪلپ ڪيو
هئو سو اهڙي ڳالهه کان ائين هٽي ڇو پيو هئو.

چيو مانس، ”منوهر، مان آسمان جي چنڊ ۽ تارن
کي ڇا ڪنديس؟ منهنجي لاءِ اهي اوسيتائين سٺا آهن
جيستائين اهي آسمان ۾ آهن. جولکي لئه تون ڪهين،
لهيجو ساٿ ڪبي. ٻڌاءِ ساٿ ڏيندين؟“

”مان لاچار آهيان!“

”ته هيل تائين ڇا لاءِ ناٽڪ ڪري رهيو هئين؟“
هن ٻيڙيءَ کي ڇڪ لڳائين آلسيءَ، آهستي چيو،
”سائين سڀ ڪجهه ڄاڻيٿو.“ انهن جي هو ته پٺي آواز ۾
ٻيڙي وڃڻ لڳو. هيڻ جواب ٻڌي مون ماستر ڏانهن

تيار ٻو. منهنجي دل ۾ چڙ باهه ٻري رهي هئي. اِن ماستر ني مولکي گهر ڇڏڻ لاءِ تيار ڪيو هئو. مونکي غصي ۾ ڏسي هو چوڻ لڳو، ”مصيبت جي وقت، ڏيرج کان ڪم وٺڻ جو ناوني دانشمندي آهي. سچ ته توکي جوش ۾ هوش وڃائي نادانيءَ ڪرڻ نه جڳائي. منوهر اجا اڃا نوجوان آهي. جڏهن ۾ اڇي گهر ڇڏڻ لاءِ تيار ته ٿيو، مگر جڏهن گنڀيرتا سان سوچيائين تڏهن پياڪ نمولي ڪمبي ويو. سچ مان هنجي حالت چڱيءَ طرح محسوس ڪري سگهانٿو. ۾ نرملا، متان تون ائين سمجهين ته مان تنهنجي حالت محسوس نٿو ڪريان. تون گهر ڇڏي آئي آهين، سمجهي سگهانٿو ته تون هاڻ ڪنهن به حالت ۾ اوڏانهن موٽي نٿي سگهين. ۽ هوڏانهن تنهنجي لاءِ تنهنجي گهر جا دروازا اُن وقت کان بند ٿي چڪا هوندا جنهن وقت کان تنهنجي گهر وارن کي اِها خبر پيئي هوندي ته تون گهر ڇڏي ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن ڀڄي ويئي آهين.“

مان ٻئي هٿن سان، پنهنجي سر کي جهلي، ٻست ٿي ويهي رهيس. منهنجو مغز ڦري رهيو هئو. ڪجهه وقت ته سڌ ٻڌ ئي ڀلجي ويس. ۾ ٻوءِ پاڻ سنڀالي ماستر کان پڇير، ”پوءِ...... پوءِ هاڻ ڇا دادا؟“

ماستر هن نوجوان ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”هيءَ منهنجو جهونو شاگرد آهي نرملا. دنيا ۾ اهو ڪو بـــ

ڪو ... جڪو هيڪر ... تنهنجي سمجهي ... لندي، هوندي

ماڻس پڻس کيس ڇنو ڇڙو ڪري پراوڪ پڌار ڪري
ويا. مون کيس پالي لپاهي تعليم يافته ٺاهي سرڪاري
نوڪري وٺي ڏني. اڄڪلهه هتي ڳوٺ آيو آهي. مون
جڏهن تنهنجي ڪهاڻي ٻڌائي ماڻس تڏهن توسان ملڻ
لاءِ تڙپي اٿيو. ڏس. سندس شڪل ڏاڍهن نهار. سچ!
دنيا ۾ بلڪل ئي اڪيلو آهي." اِئين چئي هو مون
طرف عجيب نگاهن سان نهارڻ لڳو. پوءِ اوچتو وڏو
ٽهڪ ڏيئي چيائين، "بس، مون سڀ سمجهيو نرملا......
تون پنهنجي زبان سان ڪجهه نه چئه. جو تنهنجي دل
۾ آهي سو مان تنهنجي چهري جي پاڙن مان سمجهي
ويو آهيان. ڇو ته مان استري من-وگيان ڄاڻان ٿو." پوءِ
وري هن اوچتو ڏاڍهن منهن ڪري چيائين، "چنچل!
جڏهن کان نرملا کي سمجهه آئي آهي، تڏهن کان هن
ڏاڍا ڏک ڏٺا آهن. اِنڪري تون کيس هر وقت سکي
رکڻ جو ٻتن ڪجه. جيتوڻيڪ توکي ڪجهه بہ اپديش
ڏيڻ جو ڪو ضرور ڪونهي، پر تڏهن به اهو چوڻ مان
هڪ انساني فرض ٿو سمجهان ته تون کيس هميشه خوش
رکي ڀلائيءَ جو جس کٽج."
هاڻ منهنجي دماغ ۾ خون چڙهي ويو. ماستر جي
اهڙي ليڪچر ڏسي ڪروڌ ۾ چيم، "توهان مولکي ڪا
بالڪل سمجهو ٿا ڇا ته جو ڪجهه ٻڌو ۾ ڏيندا اهو ون
پوري سوبڪار ڪري ڇڏيندس؟— توهان ڇو ٿا
ته منهنجي لاءِ گهر جا دروازا بند ڪري ويا هولدا سو ۾

ٻڌي ڇڏيو ته جھنکي مان وفادار سمجھي گھر ڇڏي سگھالتي اُلٽي بيوفا ثابت ٿيندو ڏسي گھر موٽي سگھالتي. منھنجي اُمي نيڪ ڇوڪري آھي ته لنڊيون ڇڪون ڪيون آھن وڏين ڇڪن کي روڪڻ لاءِ."

ٻنگ ڪڻي اٿندي چيم، "ء مان سياڻن جي ان ڇوڪريءَ کي سياڻپ ٿي ٿي سمجھان ته صبح جو ڀليل جيڪڏھن شام جو گھر موٽي اچي ته اُنکي ڀليل نه چئجي!"

سڀ ڏ سنداتي رھجي ويا.

ء مان بس ھڪڙي سڌو گھر ڏاھن روالي ٿي ويس.

گھر ۾ گھرڻ سان آلسن کي روڪي لسه سگھيس. سيبٽي پاتي وڪوڙي ويو. اُمي ته وڻتي سوالن مٿان سوال ڪندي. ء مون جڏھن کيس سڀ ڪجھ ٻڌائي ڇڏيو تڏھن وڃي ھاٿو سنتوش ٿي ٿي. ڇلم جي تڙ مان ھنجي سڄي ٻٽي جڻ ڇلي ڇڏ پاٿين. مون سڄيءَ عيالي ۾ ڪڏھن ٻ پاٿوءَ کي روئندو نه ڏٺو ھتو. ان ڀيھن رئندي اُميءَ کي چياٿين، "ھا اُمي تون مار مون ي... مار... تون مار مولڪي اُمي... مون کي اج لسون ري ٿي ڇڏ." تڏھن اميءَ جي ٻ دل ٿي پيٽي؟ ء ھوءَ ٻ ھميان ءِ ڦاڙي رئڻ لڳي.

بس ان ڏينھن ڪالھوء جڻ سڄي گھر جو واو مٽبدل لھي ويو. گھٽي ۾ گھٽي ٻدل آئي پاٿوءَ ۾. لنڊي پيڻ ا له جڻ ڪجھه جالوتي لتي. ھڪ ڏينھن پاٿو موھر ت ويو ء وڃي ڪاٿس منھنجا خط گھ ياٿ...

کيس چيو ته اهي خط ماستر هاسانند سندس ڪاولي پاڻ
وٽ رکيا هئا. ٻانو پوءِ ماستر وٽ ويو؟ وڃي السڪي
شرمايائين. ٻانوءَ جي اُن وهنوار تي ماستر کيس ٺٺوڪي
ڏيندي چيو، "گهٻرائڻ ڪوڙ نه ڪر. مان جي چاهيان ته
اڄ ئي سماج اڳيان توهانجو لڪ کڻي سگهان ٿو. پر
منهنجي اهڙي ڪا به اِڇا ڪانهي. مان اهي چٺيون
پنهنجو پاڻ نرملا کي ڏيندس."

"مگر ڪڏهن؟"

"جڏهن نرملا شادي ڪندي تڏهن. چندن جي
لنڊڙي ناڪس ۾......ماستر طرفان هڪ اِڇ پيٽا."

هاڻ ٻانو پريشان رهڻ لڳو.

هڪ ڏينهن چيائين، "نرملا......تون ڏاڍيءَ جي
ڪلا پون ۾ ويندينءَ."

"جو......الي چاهي؟"

"ڏاڍيءَ جو ڪلا پون ڪلاڪارن لاءِ جڻ ليرت آستان
آهي. الي هرڪنهن قسم جي ڪلا جي سکيا ڏني ويندي
آهي. ساهت، سنگيت، نرتيه، ناٽڪ، چترڪلا وغيره سڀئي
هي. تون ڇهين انگريزيءَ تائين ته پڙهي آهين.
اڳتي نوڪري اوڪري وغيره ته ڪرڻي ڪانهي. هاڻي
وڃين ته بهتر. سچ نرملا......آلائي جو دل ۾ چاهي
ته تون هتي نه هجين ته بهتر."

مان سڀ سمجهي ويس. انڪار ڪرڻ جو ڪو نڪي
ڪو، سبب نظر نٿي آيو. منهنجي دل ٻڏ ڪراچيءَ

ڪان دور جي فضا پسند ڪئي ٿي. ۽ پوءِ گهر جي موڪل سان دهليءَ هلي ٿي ويس.



(٥)

ڪلا ڀون ۾ داخل ٿيڻ سان مان هر ڪلاڪار ۾ ڪجهه پڻهنجائپ محسوس ڪرڻ لڳيس. چوطرف نوان نوان چهرا ۽ غير واقف شخصيتون هيون پر مان ائين پاسڻ لڳيس گويا مدت کان هنن جي واقف هئس. هيترو وقت جنڻ کنهن زوريءَ مونکي هنن کان الڳ ڪري رکيو هئو. پڻهنجائپيءَ جي احساس ۾ منهنجي اکين جا آنسوءَ پوبر جي هڪ ٿي جهولڪي سان سڪي خشڪ ٿي ويا. ماضيءَ جا دل کي ڏڪائيندڙ ۽ آتما کي وياڪل ڪندڙ واقعا منهنجي ذهن جي ڪنهن ڪنڊ ۾ صرف هڪ بي اثر ياد بڻجي وڃي رهيا.

چولدا آهن ته دل کي دل سان راه ٿيندي آهي. هونءَ ته مون نشچيه ڪيو هئو ته مان پريم جي معاملن کان دور رهنديس پر جڏهن ڪلا ڀون جي هڪ پرڪ ڪويءَ پنهنجو وشال هردو ڪڍي منهنجي اڳيان رکيو، تڏهن مان هنجي ڪاوڻ جي راهه تي هلڻ کانسواءِ رهي نه سگهيس.

هن مونتي هڪ ڪويتا ٿاهي. اڄ اها ڪويتا مونکي پوري ياد ناهي. البت انجو اثر وڃائي نه وڃي آهيان. الائي چو... مان سوچيندي آهيان ته ڪويءَ جي اها ڪهڙي نظر

هئي جڏهن ڀر ۾ مون ٻاهر ڪڍي، اهو ته ڇپيو جو اڪثر
مان اهو ته ڪبوترن جي وانگر ٻڌندي رهي آهيان.

ڪوي لکيو هئو:

”مسڪراهٽ مان من موهيندڙ، هوءَ سفيد ساڙهيءَ
واري سندر ناري، ڪاڪ سان وانگر منڊل ۾ هڪ الوڪو
سنگيت پئي ڳائيندي آهي. جيڪڏهن ڪو هن جي
نرمل چنچل وارن جي وچ، پورڻماسيءَ جي چندرما
سمان سفيد ۽ سهڻي مکڙي جي اِن دلڪش لالڻ ڏانهن
نهاري ته ڀينن لئي ٻرم پريمي وڃي ته هن جهڙ اڳ ۾ هن
کي ڏٺو آهي. مگر نامعلوم ڪڏهن — نامعلوم ڪٿي.
هنکي ڏسڻ سان اُهين ٻاسو آهي، جهڙ هوءَ پنهنجي لئي
آهي. سڀني جي آهي. جا ته ڇاڪ ڪبوترن جهڙن
ڪان ...... .. ڇڪن ڪان ........ آڌ ڪان پنهنجي لئي رهندي
آئي آهي.“

جهڙن آڳ ۾ سون وڏ اِڪ ڇمڪندو آهي ليڪن ڪلا
ٻڌن جي ڪلاڪ وانگر منڊل ۾ مان اڳي ڪسان بلڪل
ارالي ٿي واس، منهنجي ماضيءَ جا سڏڪا هاڻ نوڪن
۾ بدلجي ويا.

هڪ ڏينهن مان ابا جي تارن کي ڇيڙي ڪري
ڪجهه گنگنائي رهي هيس جو هڪ هٿ ۾ تارڪٽي ڪري
اوم - پرڪاش اچي سامهون ايلو سندس هٿ ۾ تار ڏسي
مون ”جهڙو اها ته ٻارني معلوم ٿئي ”ڪيهڪي آئي آهي؟“

”اوکي.“

”مونکي!“ جواب ٻڌي اﻻئي ڇو مان ڪجھ گهير تي ويس. اٿي آهستي چيم، ”ڏس، ڪٿي ڪا دکدائڪ خبر ته نه آهي.“

هو تار پڙهي عجب ۾ پئجي ويو.

تار منوهر جي هئي. هن لکيو هئو، ”اچا ڪرشن زنده آهي راڌا.“

مولڪان هڪ وڏو ٽهڪ اڪري ويو. اوم-پرڪاش لڏهين وڌ پڪ عجب ۾ پئجي ويو. مون ڪاغذي چيو، ”ڪوي مهراج! ڇو...... ڪلپنائن جو سنسار ڇڏر ڇڏر تي ويو ڇا؟... تون ٿسي نه ڇولدو آهين ته لسي تون پنهنجي ٿي آهين. سيني جي آهين. پوء هڪڙي سمت پڙهڻ سان تنهنجي چهري جي لالائي لاپتا ڇو؟“

اوم پرڪاش ڀهرين عجب ۾ پئجي ويو هئو ۽ هاڻ الجهن ۾. مون ڪلنديئي چيو، ”تڪليف معاف، ڪيس تار جو جواب ڏيئي ڇڏين ته ڏاڍو سنو.“

”ڪهڙو جواب؟“

”ته: ڪرشن شايد زنده هجي، ليڪن راڌا مري چڪي آهي.“

مان زور زور سان کلي رهي هيس. مولڪي الوقت اُپار آنند اچي رهيو هئو. مان خوش هئس. بلڪل خوش. محسوس ڪيم ته جنهن مولڪي چوٽ پهچائي سو خود اڄ پنهنجو پاڻ هڪ طرفي پيار جي پيالڪ آگ

۾ جلي رهيو هو.

اوم پرڪاش هليو ويو. هو ويو ته منهنجو ڪاڄ ٻـــ
ٻند ٿي ويو. ڪيترو وقت، جڏهن راه تان هو ويو هو،
ان راه ڏانهن ئي خيال خالي نگاهن سان نهاريندي رهيس
۽ پوءِ آخر ۾ هڪ ڏکوساهه ڇڏي پٽ تي ويهي رهيس
۽ نيما جي ٽارن سان ڪلهو لڳيس.

جڏهن ڳانئي وڄائي ٽڪس لڏهن نيما پنهنجي مٿو
آستان تي رکي اوم پرڪاش جي جهوپڙيءَ ۾ هلي وئي.
اوم پرڪاش پنهنجن خيالن ۾ ايتري قدر تـــ ڪونجي
چڪو هو جو ڪيس اها به خبر ڪونه پيئي ته مان ڪيتري
وقت کان سندس موڙي جي پويان اچي بيٺي هئس.
اوچتو پنهنجو ااالو ٻڌي چرڪ پرندي منهن ڏانهن ڪنڌ
ورائي چيائين، "نرملا تون؟......ڪيڏي مهل آئينءَ...
ته.... مون تنهنجي ڳار جو جواب ڏئي ڇڏيو."

سامهون واري دريءَ مان لهندڙ سورج جي سرخ
روشني مون طرف اچـــي رهي هئي. ان روشنيءَ ۾
مون پنهنجو پاڻ، پنهنجو پاڻکي ڪجهه وڌيڪ حسين
محسوس ڪيو. مسڪرائي آهستي چيم، "شڪريه."

حمر ناهي ڪوڙن امنگن ۾ اچي، موڙي تان اٿي
منهنجي سامهون ڪرو ٿي، اوم پرڪاش پنهنجن پنهي
هٿن ســـان بنهي ســـازن ڪـــي پڪڙي چيو،
"سچ ٻڌاءِ نرملا، تون منهنجي ٿي آهين نه؟— تون مون
کي ڇڏي ڪڏهن ويندينءَ ته ڪو نه نه؟—سچ نرملا...

تون منهنجي جيون جو سنگيت — منهنجي ڪاوڙ، جي مسڪراهٽ آهين. تو ٻنا منهنجي لاءِ هيءَ سڄي دنيا بي معنيٰ آهي."

مون چيو، "اوهر تون ڪوي آهين. ڪويءَ ڪسي اهي لفظ شويا ليا ڏنا. ڪويءَ جسي ڪاوڙ، جي مسڪراهٽ "مان" ڪيئن؟ جيڪڏهن تون ڪنهن هڪ منش کي پنهنجي ڪاوڙ جي مسڪراهٽ سمجهندو ته، تنهنجي لاءِ منهنجي من ۾ هڪ اهو آستان رهندو جو انهن ٻين جي آستان جهڙو هوندو جي انڌي، وهندي، سمهندي، جاڳندي، راجائن مهاراجائن ۽ وڏن ماڻهن جي ڪيرتيءَ ۽ ڀڳتيءَ جا چاپلوسيءَ سان ڀريل ڳائيندا هئا. جيڪڏهن تون اهي لفظ ٻاڪي ڪوي سمجهي ته ٻاڪ هڪ ساڌارڻ منش سمجهي چوندو ته ٻڌ؛ ڀهرين محبت ۾ سيڪو ائين ئي چوندو آهي، جيئن تون چئي رهيو آهين. اوهر ٻاٻو — ڪنهن سهاري وچائڻ ڪان ٻوءِ برابر دنيا بي معنيٰ پيئي ڀاسندي آهي پر جيئن ڪو ٻيو سهارو ملندو آهي ليئن دنيا اڳي جيان معنيٰ سان ڀريل لڳندي آهي."

"ڀهرين محبت چوڻ ۾ تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟ ڇا محبت جا ٻه امبر ٿيندا آهن ته هيءَ ڀهرين محبت آهي ۽ هوءِ ٻي. ته ڀهرين محبت ۾ هيئن ٿيندو آهي ۽ ٻي محبت ۾ هونءَ؟ خير ڇڏ ان ڳالهه کي. ڀهرين ٻڌاءِ ته منوهر ڪير آهي؟ هنڪان اڳ ته تو ڪنهن به منوهر جي ڳال

ڳالهه نه ڪئي آهي. نرملا! دير پر دل آڌيرلي رهي
آهي. سچ سچ ٻڌاءِ، پر منهنجي آتما ڪڏهن به
اتري آشانت ۽ وياڪل نه ٿي آهي."

مان مسڪرائيندي هڪ موڙي تي واهي رهيس.
هو به اچي سامهون واري موڙي تي ويٺو.

مون کلي چيو، "ان پر پريشان ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه
آهي؟ اڃا ڪو ٻڌوني ڇا آهي."

"اڃا ڪجهه ٻڌو ڪونهي، اِلڪريئي نه پريشان
آهي."

ڪجهه وقت لاءِ جهوپڙيءَ ۾ گهور سناٽو ڇانيل
رهيو. اوم پرڪاش اڌير ٿي وياڪل نگاهن سان مون
ڏانهن نهارڻ لڳو ۽ پوءِ مون شروع ڪيو پنهنجو دردي
داستان.

ڪهاڻي ٻڌي اوم پرڪاش غمگين آواز ۾ چيو، "مون
ماستر جو چرڪو اڃا نه سمجهيو. هن اهو سڀ ڇو ڪيو،
ٻڌائي سگهندينءَ؟"

"اهو نه مان خود به سمجهي نه سگهي آهيان."

"لڳي ائين پيو ڄڻڪ منوهر ماستر جي هٿن ۾ ڪاٺ
پتلي هئو."

"منهنجو پڻ اهڙوئي ويچار آهي."

ڪجهه وقت چپ رهي چيائين، "پر اهو ته ثابت
ٿيو ڪونه ته واقعي مري چڪي آهي؟"

"اهو اوهان پنهنجي دل کان پڇو."

اهڙد و هوس مگر اڄ تائين هڪ ٻيو به ڇوڙ ڏنو اٿم.
تون نه ڏس ۽ نه مون پنهنجي زندگيءَ ۾ سمجهيو پاڻو
آهي ۽ نه تون. جي ڪجهه پاڻو اٿم نه آهي صرف ڪوتاتون.
تون پنهنجو ناتو وٺ ۽ سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."

ها، مون به ائين سمجهيو نه سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.
اهو چئي دل کي ٻار ٻار تسڪين ڏيڻ لڳس نه سڀڻ ٿي
وشواس ڪرڻ معني پنهنجو پاڻ کي ٺڳڻو آهي. پر تڏهن
به من اڻاڻي جو شالت ٿي نه سگهيو. محسوس ڪيم ۽
دل ۾ نامعلوم ڪير زور زور سان روئي رهيو هئو.
سڄي رات ان ريت هڪ گهڙي ويندا ۾ ٽڙندي رهيس
۽ جڏهن صبح پاتوءَ جو خط مليو تڏهن نه آنسواکين ۾
رکيا ۽ نه مون روڪڻ جي ڪوشش ئي ڪئي.

پاتو لکيو هئو:

"جڏهن کان ويئي آهين، اميءَ جي طبيعت ڪجهه
ٺيڪ نٿي رهي. اڄ سڄي رات توکي ياد ڪندي روئندي
رهي. سندس ويچار آهي نه تون هڪ دفعو هتان
ٿي وڃ. نرملا...... اعتبار ڪندينءَ...... تو بنا امي
جڻ پاڳل ٿي پيئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن پيئي توکي ياد ڪري.
........ سڪ نه بابا ۽ موڪلي به لکي آهي. توکي
وٺي ڇهه مهينا ٿي واهه جا ٿيا هوندا. اڇي سگهين نه
هلي ٿي اڄ."

خط ڪيترن ڏينهن کانپوءِ آيو هئو. خبر ناهي ڪيتا
دفعا پڙهي ويس. مگر هر دفعي منهنجي دل ۾ هڪ

نئين قسم جو گهرو درد اندر آتما کي وياڪل ڪري
لڳو.

پوءِ اتي آشرم جي سنڀالڪ کان وڃڻ جي موڪل وٺي،
تياري ڪري، اوم پرڪاش سان گڏ اسٽيشن تي
پهچي، مقرر گاڏيءَ جي ليڊيز ڪلاس ۾ وڃي ويٺيس.
آن گاڏيءَ جي اندران ۽ اوم پرڪاش دريءَ جي
ٻاهران وداع جون ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين. اوم جي
چهري تي چاليل غم جا بادل صاف ٻڌائي رهيا هئا ته
سندس دل روئي رهي هئي. ڌيري ڌيري جيئن
گاڏي چلڻ جو وقت ويو ويجهو ٿيندو، تيئن هن جي چهري تي
چاليل غم جو رنگ ويو وڌيڪ گهرو ۽ تيز ٿيندو.
چيائين، ”نرملا، الائي ڇو مونکي اهو آڀاس ٿو ٿئي
ته تون واپس ڪانه ايندينءَ!“

”تون هي ڇا چئي رهيو آهين اوم؟“

”دل ڪجهه خالي خالي ٿي رهي آهي!“

”دلجاءِ ڪر. مان ضرور اينديس.“

”نه اچين ته پوءِ؟“

”اوکي ان قسم جي ڪلپنا ئي نه ڪرڻ کپي.“

”سوچيندو ته ڪتي. تون ڪراچيءَ پهچي پنهنجي
...ويءَ کي وساري ته نه ويهندينءَ؟ اڄ جڏهن
ڪراچيءَ وڃي رهي آهين، تڏهن الائي
...مان ائين پيو محسوس ڪريان ته نامعلوم
...، منهنجي دل جي سنگهاسن تان اٿي، پيرن ...

پڇڻ شرنا جي بشپ کي لٽڙي ڪنهن لوڙ لڳي، ڏاڍيون
وڃي رهيو آهي ۽ جو وچڙ مان منهنجي من مندر جي
سموري روشني ڪڍي وڃي رهيو آهي." ساڄي هٿ
مان منهنجي ڪاٻي هٿ کي پڪڙي، الڪي زور ڏيندي
چيائين، "وڃي رهي آهين ته اهو ٻڌي وڃ ته هن
شخص پنهنجو ٻار صرف اوڪي لئي ارپيو آهي. تون
جيڪڏهن موٽي ڇڏي ڪنهن ٻئي جي جيون ۾ هلي
ويندينءَ ته سچ منهنجي آتما کي ڪڏهن به شانتي نه
ملندي."

"تون هي سڀ ڇا چئي رهيو آهين اوم؟"

هن ڪو به جواب نه ڏنو. چپ چاپ ڪجهه دير
ڪري ڪجهه سوچيندو رهيو. مون ڏٺو ته هو ڪجهه
ڪجهه ڳالهائي رهيو هئو. اوچتو ڪجهه مٿي ڪري،
منهنجي اکين ۾ پنهنجون نظرون جمائي چوڻ لڳو، "نرملا
اوڪي خبر آهي ته مان ڪير آهيان؟ — مان آهيان پنجابي.
پنجاب جي اتهاس کي ته تون ڄاڻين ٿي ٿي. پنهنجي
حق حاصل ڪرڻ لاءِ هو لڙي جان ڏيڻ ۾ دليا، مشهور
آهن."

هاڻ مون کائي چيو، "پر تون ته ڪوي آهين. ڪوي
۽ ڇا مقصد ذاتي جا ليڊا آهن؟"

"مان اول پنجابي آهيان پوءِ ڪوي."

"مگر منهنجي لاءِ تون ڪوي ۽ صرف ڪوي آهين."

"مگر — ڇا ۽ هئان — تو لي حق منهنجو ئي آهي."

”جا چيز جنهن جي هوندي آهي، سا انهيءَ کي ئي
ملندي آهي؛ اها ڳالهه تون ڇا لاءِ ٿو ڄاڻين؟“

”ها ڄاڻان ٿو...... پر صرف ايترو ٿي ٿو، ڪجهه
وڌيڪ ڄاڻان ٿو. دنيا ۾ ڪيتريون چيزون اهڙيون
ٿينديون آهن، جيڪي ڪنهن جون به نه ٿينديون آهن.
ان حالت ۾ پوءِ جيڪي انهن کي پهرين پائيندو آهي،
صرف اهو ئي انهن جو حقدار ٿيندو آهي.“

”نه پوءِ تون مولتي ڪيئن ٿو دعويٰ رکين؛ مولتي کي
پهرين نه ڪنهن بئي پاتو هو؟“

”پاتو هوندو، مان صاف ظاهر آهي ته هاڻ هن توکي
وڃائي ڇڏيو آهي.“

”اهو تون ڪيئن ٿو چئين؟“

”مون اهو سڀ توکي سمجهڻ کانپوءِ چيو آهي. مان
ڄاڻان ٿو ته تون انجي حق ۾ ڪنهن به رهڻ نه چاهيندين،
جيڪو تنهنجي حق ۾ ٿو رهي.“

اهو ٻڌي منهنجي دل هڪ عجيب خمار ۾
جهومي اٿي. هن جو ساڄو هٿ منهنجي کاٻي هٿ جي
مٿان هو. هن جو جواب ٻڌي مون پنهنجو ساڄو هٿ
هنجي ساڄي هٿ مٿان رکي، مشڪي چيو، ”صحيح
آهي.“

هن به پنهنجو کاٻو هٿ منهنجي ساڄي هٿ مٿان
رکندي چيو، ”نرملا، جڏهن ڪوئي ناري هردي کي
سمجهي ٿو سگهي سو صحيح معنيٰ ۾ ڪوئي آسي ئي

لٺو سگهي."

مون پنهنجا ٻئي هٿ ڇڏائيندي کلي چيو، "مگر
ڪوي پيار جي پرورش ڪرڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن."
ٻنهي کلي ڏنوسين.

جڏهن گارڊ سيٽي هنئي، تڏهن وري اڳي جيان
بلڪل گنڀير ٿي چوڻ لڳو، "لوڪي ڪير آهي ته ماءُ
ٻر ٻر جي معاملن ۾ نهايت نادان ويچارن جو ماڻهو آهيان.
مون انهن ڪڏهن به ڪونه چاهيو آهي ته دنيا ۾ ڪير
- ڪنهنکي پيار نه ڪري. پر اهو ضرور چوندس
ته جنهنکي مان پيار ڪريان اُن طرف ڪو اک، ڪلي به
نه نهاري. سچ ڪوئي لوکي پيار جي نظر سان نهاري
اهو مان ڪڏهن به سهي نه سگهندس. مان ته انهن
چاهيندو آهيان ته لوکي پنهنجي اکين ۾ وهاري پنهنجون
اکيون ٻوري ڇڏيان. نه مان ڪنهنکي ڏسان، نه لوکي
ڏسڻ ڏيان!"

گاڏيءَ جي هلڻ سان هو به ڪنو هلڻ لڳو. هلندو
رهيو؛ هلندي هلندي ٻئي جي نرجهو ٻولي جيان ڪ
هنڌ پهچي ويو. مون ٻورين انهن محسوس ڪيو ته هنجي
ٻوڻ سان جڻ مان به اُتي پهچي ويس، گاڏي صرف
منهنجو جسم کڻي وڃي رهي هئي. پر پوءِ محسوس ڪير
ته نه مان اُتي روڪجي ويٺي آهيان؛ نه هو. اسين ٻئي
ڪنو هلي رهيا آهيون.

( ۷ )

ڪراچيءَ پهتيس.

اسٽيشن تي ڪو وٺڻ ايندو، اها نه اميد به رکڻ
اجائي هئي. ڇو جو لڪرڻ کان اڳ گهر کو به اطلاع
ڪونه موڪليو هئو. اسٽيشن تي لهي ڪوليءَ کان بئگ
۽ بسترو کڻائي اچي ٻاهر وڪٽوريا گاڏيءَ ۾ رکايم ۽ پوءِ
ڪوليءَ کي مزوري ڏيئي گاڏيءَ واري کي برنس روڊ
ڏانهن هلڻ لاءِ چيم.

ڇهن مهينن ۾ ڄڻ سڄي ڪراچي نئين بدلجي ويئي
هئي. مئين پاڻ لڳم ڄڻ مان ڪنهن نئين شهر ۾ آئي
هيس. هڪ اُن شهر ۾ جنهنجي هر ڳالهه ڄڻ اَڻ ڏٺي ۽
اَڻ ٻڌي هئي. مونکي الائي ڇا ٿي ويو. اَلائي ڇو
منهنجي اکين ۾ آلسو لري آيا. مون آس پاس نهاريندي
ائين محسوس ڪيو ته ڄڻ هر چيز مونکي گهور گهور
ڪري نهاري رهي هئي. ائين پئيم ڄڻ هڪ ئي
وقت ڪيترين آلماڻون مونکي ڏسي ڏکيا ڏکها گرم
ساهه کڻي ۽ ڇڏي رهيون هيون.

خير ـــ گهر پهتس. آهستي پڪاريم: "للتا."
للتا اچي در کوليو. در کولي هن هڪ اهڙي نه
دردناڪ ڪيڪ ڪئي جو ڪنهن ڀيانڪ انديشي کان
منهنجي دل جي تار تار ڪنبي ويئي. هوءَ اچي مونکي
ڀڪري ۽ پوءِ ڦوٽ ڦوٽ ڪري روئڻ لڳي.

"للتا ـــ ڇو ڇا ڳالهه آهي ـــ امي ته ٺيڪ آهي نه؟"
هن ڪو به جواب نه ڏنو. صرف مونکان الڳ ٿي

ٿي رهي. رستي تان ڪيل مزدور گهر جي پڌر ۾
سامان رکي مزوري وٺي ويندو رهيو. مان لڪڙ لڪڙ
۾ اندر گهري ويس. گهر ۾ ڪير به نه هو. نه بابا، نه
ڀاڄائي نه امي. اوچتو منهنجي نظر وچين ساموهين ديوار
تي ٽنگيل اميءَ جي تصوير تي پيئي. اميءَ جي تصوير
تي چڙهايل گلن جي مالها ڏسي سڀ سمجهي ويس. دل مان هڪ
دل ڏاريندڙ صدا نڪتي جا هر طرف ڦهلجي وئي. ٻي
گهڙيءَ پاڻ کي پلنگ تي اوڇنگارون ڏيندو پاتم.

ڪن ڏينهن بعد بمبئيءَ مان ماسيءَ وٽان خط آيو.
هن لکيو هو: ”هوءَ ته هاڻ نه رهي. هن کي ته هاڻ
ڏسي نه سگهبو. ان حالت ۾ اکيون هن کي ڏسڻ لاءِ
پياسيون ٿين ته، پوءِ منهنجي اکين جي پياس ٻجهائڻ لاءِ
بمبئي هلي نه ايندينءَ؟ مونکي خبر آهي، تون انڪار
نه ڪندينءَ. ته پوءِ هلي ٿي اچ.“

بمبئي وڃڻ جي آها ڪرڻ سان ئي گهر مان اجازت
ملي وئي. ۽ مان تمام جلدي بمبئيءَ روانو ٿي ويس.
ڪراچيءَ اسٽيشن تي، گاڏيءَ ۾ سامان رکائي، جڏهن
بڪ‌اسٽال کان ڪجهه سنڌي ڪتاب خريد ڪري رهيو
هيس تڏهن ڪنهن آهستي پڪاريو، ”نرملا!“

مون ڇرڪ ڀري پويان نهاريو. ڏٺم ته منوهر
هو. هو عجب ۾ پئجي رهيو هو، ”نرملا تون.“

”توهان ماڻهن کي جا استرين سان ڳالهائڻ جي
؟“

”ٺون ڪجهه نه سمجهو.“

”ڪنهن به استري سان ’ٺوهان‘ ڪري ڳالهائڻ ٺي مريادا جي نشاني آهي.“

”ٺون لاءِ به؟“

”ڇو — ٺون ڇا ڪو خاص ماڻهو آهين؟“

”خاص ماڻهو نه هوندي به ڏاريو نه ڪونه آهيان.“

”ڏارين جيتري پنهنجائپ جيڪڏهن پنهنجن ۾ هجي ته پوءِ ڏاريا ڪڏهن به پنهنجن کان وڌيڪ پنهنجا نه لڳن.“

”هڪ قصور لاءِ مونکي ڇا ايترو ڏنڊ ڀوڳڻو پوندو؟“

”ٺوکي ڇا ڏنڊ ڀوڳڻو پوندو سو مان ٺٿي ڄاڻان. سڀئي ٺئين انٿي نه چپ چاپ هليو وڃ.“

”پر ڪيڏانهن وڃان؟“

”سو ٺون ماسٽر هاماڻند کان وڃي پڇ.“

”ٺون جيڪڏهن چئين ٿه مان ٺنهن جي هٿن لسي به سمهڻ لاءِ ٺيار آهيان.“

مون ڪلي چيو، ”مونکي خبر آهي ٿه ٺون مونهجي خوشي لي آسمان مان چنڊ ۽ ٺارا به لاهي اچڻ لاءِ ٺيار آهين.“

چيائين، ”ٺون ڪلين ٿي؟ نرملا — ٺون ڇا پٿر جي آهين؟ ڪڏهن اهو ڇا ڪڏهن ٺو آهي ٿه استرين جي دل ڪومل جي گل جيان ڪومل ٺيندي آهي؟“

”سچ آهي، مگر پورنگي ماڻهو گهڻو وقت اُن سان

ڪيائي نہ سگهندا آهن."

"اهو سچ آهي تہ منهنجو ٻار ٻه ولڳ هئو مگر هاڻ اهو ٻه ولڳ ماضيءَ جي لوڪ سان ختم ٿي چڪو آهي."

"نہ ٻوءِ وڏيڪ ٻوالڳ نہ رچ."

منهنجو جواب ٻڌي هو ڪجهہ وقت ڪنهن الجهن ۾ گرفتار ٿي ويو. ٻوءِ اوچتو اغصي ۾ لعل ٿي چيائين، "مون جيڪڏهن ماستر هاسالند جو خون نہ ڪيو تہ ڏسجہ."

مون ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ چيو، "چوسـان لنهنجو ڇا بگاڙيو آهي؟"

"ڇا بگاڙيو آهي! پڇہ ڇا نہ بگاڙيو آهي؟ هاڻ مون وٽ وکيو ٿي ڇا آهي. نہ سکـــ نہ شانتي— ظالم چين جي مسڪراهٽ ٿي کسي ڇڏي."

اُلائي چو مولکي هنتي ڪجهہ قياس اچي ويو. آهستي چيم، "جو ٿيو سو ٿيو. مون نہ لوکي ڪڏهن جو معاف ڪري ڇڏيو آهي معوهر. ٻر ٻڌ— جا چيز اون ٻائي، وڃائي چڪو آهين، سا هاڻ ڪنهن بہ حالت ۾ ٻائي نہ سگهندين. لنهنجي ارملا مري چڪي. اڄ جا ارملا لنهنجي سامهون لوسان ڳالهائي رهي آهي، سا ڪنهن ٻئي جي ارملا آهي. لوکي جيڪڏهن منهنجي همدردي هنت ڪرڻي هجي تہ ٻوءِ مولکي صرف اهو ٻڌاءِ تہ لو ايڏو وڏو ٻه ولڳ ڇو رچيو؟ ۽ جا ليچتا

ماسٽر هاسالند ڏيکاري اُهو ڪارڻ ڇا ؟"
"اُن بابت مان ڪجهه نٿو ڄاڻان. مان صرف پاڻ
بابت ٻڌائي سگهان ٿو."
"هينئر سگنل ڊائون آهي، گاڏي ڇڏڻ ڇٽي. مان
ٻي دفعي توسان گڏجڻ جي ڪوشش ڪنديس. ۽ تون
به جو ڪجهه نٿو ڄاڻين، الڪي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪج."
اِهو ٻڌي ڪنهن اڻ لکي آشا کان منوهر جون اکيون
چمڪي اٿيون.
"بلڪل ٺيڪ." اِهو چئي سوٽ جي کيسي ۾ هٿ
وجهي ڪنڌ هيٺ ڪري ڪجهه سوچيندو اڳيان وڌي
ويو. مان به هن ڏانهن بنا وڌيڪ نهارڻ جي وڃي
گاڏيءَ ۾ پنهنجي جڳهه تي ويٺس ۽ پوءِ هڪ ڏکو
ساهه ڇڏي ڪجهه وقت لاءِ اکيون ٻوٽي ڇڏيم.

( ٨ )

ٻمبئي پهچي ماسيءَ سان مليس. اسين روئي گڏياسين.
مون پنهنجي اميءَ کي ماسيءَ ۾ ڀانئو. ماسيءَ پنهنجيءَ
[illegible]پيڻ کي موليو. ۽ ان ويت دل جو هڪ نه ڀرجندڙ خال
ڪجهه ڀرجي ويو. هونءَ به وايومنڊل بدلجي وڃڻ
[illegible]سان دل جو درد ڪجهه گهٽ ٿي ويندو آهي. ٻري
[illegible]تو منهنجو ڪاليجي ماسات گوپال نه حد موجي ماڻهو
[illegible]ٿو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ منهنجو مزاج بلڪل ٺيڪ ٿي
[illegible]يو.
هڪ ڏينهن گوپال چيو "[illegible]

ٻاوٻهون جنم ڏن آهي."

مون کلي چيو، "اڇا."

"سياڻي هن گهر ۾ گرما گرم محفل لڳندي. پر اُن هن گهر جو جهنڊو هميشه ڦڙڪندو رهندو!"

"يعني؟"

"يعني ته لوڪي سيان راڳ ۾ سڀ کان اول پيهڙو پوندو."

"۽ جي مان راڳ ڳايان ٿي ته ڇا پوءِ؟"

"مس لرملا ڊيوي هيءَ بمبئي آهي. هتي هر چيز گيت ڳائيندي آهي. هتي جتي به محفل لڳندي آهي، اتي پهرين پاڻ ساز وڄڻ شروع ٿيندا آهن. ڳائيندڙ جتي به هوندو آهي، اڳ ۾ ئي پهتل هوندو آهي. هڪ دفعو جي شروع ٿيو ته ڀڳوان پناهه ڏيس. ويندو ڳائيندو— ويندو ڳائيندو...... اڙي تون کلين ٿي؟"

مان کلندي ئي رهيس.

هو چوندو رهيو، "بمبئي هر ڳالهه ۾ اڳري آهي. چو ته هتي جي هر ڳالهه اکيون چرخ ڪندڙ آهي." تون گهڻ ڳاءِ يا نه پر تنهنجي اندر ۾ گيت هلندو ٿي. ڪڏهن غم جو، ڪڏهن خوشيءَ جو. اِن ئي پهرين منهنجو هڪ دوست نظر گهڻ هيٺ ڪري نظر جي عينڪ پاڻي مون وٽ آيو. حال احوال وٺي چيائين، "گوپال عينڪ سان مان Grand Personality (اعليٰ شخصيت) لڳان ٿو نه؟"

پڇيو مالس، ”سو ڪيئن؟“

چيائين، ”توکي خبر ڪانهي ته بمبئيءَ ۾ عيد
ٻو سلنتيءَ (شخصيت) جي نشاني آهي.“
هاڻي تون ئي ٻڌاءِ نرملا، بمبئيءَ جي هر ڳالهه ۾
سنگيت کي داعوت ناهو آهي يا نه؟ پر نرملا هي چا
تون وري ڪلي رهي آهين؟“
”منهنجا دوست ته نهايت موجي تا لڳن گوپال
منهنجن اهڙن دوستن جي وچ ۾ ئي مولڪي هن گهر جو
جهنڊو بلند ڪرڻو آهي؟“
”ها—“ هن ٻه ٽلندي چيو.
”پر گيت ڪهڙو سندي يا هندي؟“
”ٻئي — ڇو ته منهنجا دوست صرف سندي ناهن؛
با ٻه گهڻيئي آهن.“
ٻئي ڏينهن محفل خوب جمي.
گهڙيال جا ڪانٽا سڌ پڌ وڃائي طوفان جي تيزيءَ
جيان اڳتي وڌڻ لڳا. جڏهن محفل ختم ٿي تڏهن
رات ڏينهن کي ڳڙ ڪائي چڪي هئي. سڀ آهستي
آهستي موڪلائي ويندا رهيا. آخر ۾ گوپال جي هڪ
امير دوست پنهنجي ليکڪتاءَ کي ڪجهه پاءِ ڪندي
گوپال وٽ اچي چيو، ”گوپال، تنهنجي جنم جي موج
مڪمل نه ٿيندي، جيڪڏهن اڄ چالندي رات ۾ سير
نه ڪبو.“
گوپال مون ڏانهن منهن ڪري چيو، ”ڪيئن نرملا

ڪهڙو ويچار آهي؟"

مون ڪلي چرچو ڪندي چيو، "چالدلي رات ۾ نه ڪوئي سير ڪندا آهن. اسين ڪوئي نوروئي آهيون."

"نون نه هجي، نه نه هجي، مان نه آهيان." گوپال به ڪلي جواب ڏنو.

"نون ۽ ڪوئي؟" مون عجب ۾ چيو.

"ان ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي. ها، مان اهو ڪوئي مان آهيان جي چالدلي رات ۾ سير ڪري، چالدلي رات جي خوبصورتيءَ جو سواد نه چکي سگهندا آهن مگر انجو بيان اکري صورت ۾ ڪريئي نه سگهندا آهن."

الي هن امير مهاشيه چيو، "اونه مهنجي دل جي مرڪزي ڳالهه، چئي آهي گوپال. سچ — هونءَ نه مان به شاعر آهيان پر مصيبت اها آهي شعر لکي نٿو سگهان. شعر ۽ شعري لي ڪيتراڻي ڪتاب پڙهيا اٿم ۽ پر بدقسمتي اهڙي جو اڄ تائين شعر جون ٻه سٽون به ناهي نه سگهيو آهيان."

مولکي اوم پرڪاش ياد اچي ويو هو ڪوئي هئو، هنجي ياد مهنجي من جي بينا کي ڇيڙي ڇڏيو. مون گويا جهومندي چيو، "جيڪڏهن ان لمولي وڻنا وٽان ويهو، مان سمجهائين، ڪئي چندرما رسامي جو ڪارو جهنڊو بلند ڪري اولهه جي اوت ۾ نه هليو وڃي."

"اڙي واه" گوپال جي امير دوست رميش بابوءَ

گوپال ڏانهن منهن ڪري چيو، ”ياڻي لنهنجي ماسات ته چڻ شاعري تي ڳالهائي.“ پوءِ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”اون اسان ولسپتي ڪوئن ڪان متي آهين.“

”پر ايترو نه جيترو چندرما.“

”نه چا اون سچ پچ ڪويتائون رچيندي آهين؟“

”نه.“

”نه ڪيئن — ياڻي تون لڳين ئي ڪوي ٿي!“

”تي سکهيتو نه منهنجي ڪلاڪار ساٿي ڪويءَ جي مون متان ڪجهه پرچائين پيل هجي. نه نه هونءَ مان ڪوي نه آهيان!“

رميش ٽهڪ ڏيئي چيو، ”گستاخي معاف نرملا ديوي. ڪنهنجي پرچائينءَ هيٺ توهان ڪوي ياسچو، ان ڪان وڌيڪ دل اِن ڳالهه کي مڃي سگهي ٿي ته... اوهانجي شخصيت....... اوهانجو آواز ...... اوهانجي ٻولي ........ وهانجي مهربان نظر ............ ڪنهن به رکي روح کي هاڪوي بڻائي سگهيتي.“

مولکي اِهو سڀ نيڪ نه لڳو. تڏهن به مون هران اِنجي لڪا پورڻ نه ڏني. رميش چيو، ”خير — ڏيو اِن ڳالهه کي. منهنجي ڪار حاضر آهي ييو نه نه و چوپائيءَ جوئي سير ڪري اچون.“

ماسيءَ کان موڪلائي گوپال ۽ مان سير لئي روانا ٿي سين.

موٽرڪار ڏاهي چال سان بمبئيءَ جي شاهي سڙڪن
تي ڊوڙڻ لڳي.

واٽ تي رميش چيو، ”اڙي ها — نرملا ديوي —
تون هن بمبئيءَ جي ڪلاڪار ساٿي. ڪويءَ جي نه ڪنهن
ڳالهه تي نه ڪئي.“

”هو دهليءَ جي ڪلا ڀون جو هڪ سٺو ڪوي آهي.
هنجون ڪويتائون پڙهڻ سان، جڏهن زندگيءَ مان
ڪوڙي ۽ بيزار ماڻهوءَ جو پنهنجي زندگيءَ سان پيار
وڌي وڃي.“

”مان سمجهان ٿو نه هن جي مٺي جا وار وڏا هوندا.
اکيون ۽ لال لال هوندس. مولڪي ڪو آهي نه ڪوئي
ماڻهو ننڍ جا جهونا اچڻ جي باوجود ۽ ننڍ لسر ڪندا
آهن. ڪوي جي مزي سان ننڍ ڪن نه هو ڪوئي ڪي ڪي
نه سگهن.

”اوهان جو مطلب؟“

”مطلب اهو نه ڪهڙي پنهنجي ڪويتائن لاءِ، رالپون
راليون جاڳي، حسين حسين وشين طرف، ڪلپنا جي اکين
ائين لهاريندا آهن، جيئن موجي ليار پيدا آهن ماڻهن
جي ٻٽولن ڏاڍين يا ڪجهه ماڻهن جي ڪپڙن ڏاڍين.“

”رميش بابو“ مون چيو.

”جي.“

”مهرباني ڪري ٻڌائيندا نه اوهين ڇا ڪندا آهيو؟“

”[illegible]“

گواليار ۾ شراب جو نيڪو آهي. منهنجو گهر وائيٽ هوٽل جي آخرين منزل تي آهي."

"بلڪل ٺيڪ. مان سمجهان ٿي ته توهان ڪوين جي جيون تي ڳالهائڻ بدران جيڪڏهن تماڪ جي ذات تي ڳالهايو ته بهتر."

"نرملا ديوي مان تماڪ جي ذات کان وڌيڪ ڪوين جي ذات کي چاهيان ٿو. الائي ڇو منهنجي ڪوين سان پوئتي ڪو نه. مان سمجهان ٿو ته ڪوين طرف منهنجي ڪڙي لڪيٽيبي پڌي جيڪر ڪهڙو به مهاڪوي پاڻ کي گهڻو ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃي."

هاڻ گوپال ڪلهدي چيو، "پاڻکي ڏئي ياله ۾ لوکي ضرور ڏئي."

"توهين ڇا پيو چوين گوپال. پر مان آهيان تماڪ جو واپاري، پر مان تماڪ کان وڌيڪ ڪوين کي چاهيان ٿو. پر ڪوي اڪثر ڪمزور ٿيندا آهن. ڪويتائون لکڻ کان سواءِ ڪجهه ڪري ئي نه سگهندا آهن. گهڻوئي چوندا آهن ته قلم جي طاقت اڳيان ٻيون ٻيون ڳالهيون به بي معني آهن، پر
... هڪ سمجهه ...

ته ڪوڙي باڻ سيالي چيو: جي—جي اهي مان چا سوچي رهي آهيان!

( ٩ )

ان رات تي مون سوچيو تہ جڏهن منهنجي اوم سان شادي ٿي ويندي تڏهن مان ڪيس رميش جو دوستہ ٿالي چڏيندس. خوده ڪڏرلدي تڏهن جڏهن ملي وهندا هي دوستہ ٻہ.

اوم کي ٻہ چٺيون لکيون هيم. هڪ ڪراچيءَ مان ۽ ٻي بمبئيءَ مان. هڪ ۾ اميءَ جي مرليوءَ جو ذڪر هئو ۽ ٻئي ۾ منوهر جي ملاقات جو. ۽ هاڻ ڪيس ٽيون خط لکيم، جنهن ۾ پنهنجو خاص اشارو رميش ۽ سندس ڪونِ طرف ويچار دوستيءَ جو هئو. خط لکي ڪنهن حسين جواب جو انتظار ڪرڻ لڳيس.

رميش ۽ مان بلڪل گهرا ٿي وياسين. هاڻ تہ مان اڪيلي بہ هنسان گهمڻ هاي ويندي هيس. هن طرف منهنجي نظر لطر اهڙي هئي جهڙي ڪنهن لمبي مسافري تي ڇڏ ڪندڙ اڻ واقف هر-سفر طرف هوندي آهي، جتي ملبو آهي — ڪلبو آهي ۽ اسہ ۾ مسڪرائي موڪلائبو آهي.

هڪ ڏينهن سير ڪندي هن پڇيو، ”تولا ......هڪ ڳالهہ پڇانءِ.“

”هاڻ پڇڻ لاءِ ڪجهہ رهيوئي ڇا آهي رميش بابو؟“

”جو ڪجهہ رهيل سو ئي پڇڻ چاهيانثو.“

”توهين شايد اهو پڇڻ چاهيو تہ مان هڪ استري ٿي

ڪري ڇڏيو هئن لڳو.....“

هن مونکي وري چيو، ”سو مان ڄاڻان ٿو.“

ڪار ڏيهي رفتار سان هلي رهي هئي. مان چپ چاپ منتظر نگاهن سان هميش طرف نهاري رهي هيس. اوچتو هن پنهنجي کاٻي هٿ سان منهنجي ساڄي هٿ کي پڪڙي الڪي هلڪو زور ڏيندي چيو، ”نرملا، تون ڇا سچ پچ مونکي دل سان پيار ڪرين ٿي؟“

هن جو اهو سوال ٻڌي مولڪان ايڏو ڪجهه وڏو ننهڪ نڪري ويو جو سندس چهري جو رنگ ئي بدلجي ويو، پر پوءِ پاڻکي سانڀي مسڪراءِ آئسي چيائين، ”جواب ڪونه مليو نرملا؟“

”ٻڌائي سگهندا، اڪثر هر پرش، ڪڏهن استريءَ کي پاڻ طرف ڇڪيو واڇڙو ڏسي ائين ڇو سمجهندو آهي ته جيئن اوهين سمجهي رهيا آهيو؟“

”ڇو ته پريم ويڇاڻپ جي پيداش آهي.“

”پريم جي اها حقيقت ڇا صرف پرشن تائين محدود آهي؟“

”مان پرش آهيان، انڪري مان پرشن جي جذبات جي ترجماني ڪري سگهان ٿو. ويڇاڻپ ۾ استريون ڇا محسوس ڪنديون آهن، سو هڪ پکوان ڄاڻي، يا استريون!“

”پر تون ڪري!“ مون کلندي چيو.

هن ناراض ٿي منهنجو هٿ ڇڏيندي چيو، ”ڪڏهن...

ڪوي؛ مون ۾ لٿاوس صرف اندر و آهي جـو مان
ڪوڙن والکو ٿاڙي ٿورڊ کي سمجهڻ جو ٻولڪ ڻو
رڇيان. ٿاري هرڪنهن طرف ڪوي اتين ڳالهائيندا آهن جيئن
ڪي لکو جولشي ماٺهوءَ جي قسمت بابت ڳالهائيندا آهن.“
”هڪ ڳالهه ٻڌائيندا ڙميش بابو؟“
”ڇو نه!“
”اوهين ڪوڻ طرف اندر و ڪنور جو آهيو؟“
”اڄ هڪ پراڻي ڪهاڻي آهي لرملاڻ جڏهن مان
مئٽرڪ ۾ پڙهندو هوس، ڪوئي ٻڌو اٺ سال اڳ جي
ڪهاڻي آهي، اسانجي پاڙي ۾ هڪ ڪوي رهندو هو.
پاڙي ۾ صرف پنج ڇوڪريون هيون، پنهنجي پيرون
هيون. پاڙي جا سڀ نوجوان انهن تي فدا هئا. هڪ
ڪوي هئو جو هنن طرف خاص دلچسپي نه وٺندو هئو.
سڀ نوجوان اڪثر هنن جون ئي ڳالهيون ڳالهيون ڪندا
هئا. والي بال راند کيڏيندي، ڪلهن ڪٿون مهل زور
ڪرتي والي بال کي اتين ڏڪ هڻندا هئا جو والي بال
انهن ڇوڪرين جي گهر ۾ وڃي ڪرندو هو. راند جو
به ٻه ٻه تي تي ٿي الهنجي گير جـي آس پاس گهمندا
ڦرندا ـــ ڳائيندا وٺندا هئا. انهن پنجن ڇوڪرين ۾ هڪ
ڇوڪري ڏاڍو سٺو ڳائڻ ڄاڻندي هئي.
هڪ ڏينهن جڏهن اسان ٻڌو نه هوءَ هڪ ساهتڪ
ماڳر ۾ ڀاڳ وٺي رهي آهي تڏهن پـاڙي جـا سڀ

کريءَ جو تالو هڻو رکن ۽ هن ڇوڪريءَ جو لتا. هيل ٽائي
هن ڪڏهن به لتا سان ڳالهايو نه هو. لتا اڪثر فلمي گيت
ڳائيندي هئي. ۽ اسين به فلمي گيتن تي مشتاق ٿيندا
هئاسين. اوچتو اسان کي اهو ڏسي عجب لڳو جو رکن وڃي
لتا جي اڳيان بيٺو ۽ پڇڻ لڳس، ”توهان ڪهڙو گيت
ڳائيندا؟“

”فلمي.“

”تهنڪان نه ڳايو نه بهتر.“

”ڇو؟“

”جو ڳائي سگهيتو، سو جيڪڏهن سانتڪ سماگم ۾
بيهو وتندي به ڪوئي قومي يا لوڪ گيت نٿو ڳائي،
ٿهنجي نه ڳائڻ تي شويا ڏنيتو.“

”پر فلمي گيت به ٻي معنيٰ نه ڪوڏ ٿيندا آهن.
انهن ۾ به نه ڪا زندگيءَ جي سمجهاڻي رهيتي. توهين
ڪوئي ٻي ڪري به ڇا اها ڳالهه نٿا چاهيو.“

”چاٿالتو! سانت ۾ اهو به چاٿالتو نه توهان کو سنو ۽
عام ۾ پسند پيل گيت ڳائيندين؟ پر جو گيت سنو آهي
۽ عام ۾ پسند آهي، اهو نه هرڪو روز ڪٿي نه ڪٿي
ٻڌي ٿو ٻڌي ٿو. ۽ اڪثر ڏٺو ويو آهي نه ڪو به
گيت گهڻو ٻڌڻ سان دل جي گهرائيءَ ۾ پهچي ٿي لٿو.
باقي اهو گيت جو ٿورا دفعا ٻڌجيتو، منهنجو مطلب
آهي ڪڏهن ڪڏهن ٻڌجيتو سو وڌيڪ اثر ڪري ٿو.
پر منهنجو اهو مطلب اصل ناهي نه توهان کو ٻڌائو فلمي

ڪيمع ڳائين. اهو ڪو گيت ڳاءِ جو دلين جي تــار کي ڇيڙي من ۾ ڪو اڻ ڪو مـــڌر - رسيلو امـــنگ پيدا ڪري."

لتا مونهن ڦيري چيو، "مان فلمي گيت ڳائيندي آهيان."

"ڇو بوءِ لاچار مولڪي جادو ڪرڻو پوندو!"

"ڇا مطلب؟"

"استيج تي پهچي، مائيڪ اڳيان بيهي مهل هڪ نظر هن طرف ڦيري ڪجاءِ — سڀ معلوم ٿي ويندو."

لتا ڪيس ڪوبه جواب نه ڏنو. جڏهن هنجو وارو آيو ته هن هوءَ استيج تي چڙهي ويئي. ڪمال ڪوڙي هن ولن طرف نه ڇا پرڪنهن به طرف نه نهار يو،منهنجو مطلب آهي نه مائڪروفون وٽ پهچي هن اکيون بند ڪري ڇڏيون. ڪوڙو گيمع ڳايائين سو ياد ڪونهي مگر اهو فلمي گيت نه هو."

"واه!" مون چيو، "بوءِ...... پوءِ ڇا ٿيو رميش ٻـــاـــو؟"

سيٺي کي ڏاڍو غصو لڳو، مولڪي نه حسد به ٿيو ته هن ڪويءَ جــي بدمعاشي ڏٺي. لتا پڇيس "ڪيئن ڪوي گيمع وڻيو؟" ته تو چوڻس، "مون گيت ٻڌو ئي ڪٿي؟"

لتا پڇيس، "ته ڇا تون هال کان ٻاهر هئين؟"

"نـــه."

"ڇا ڪنن ۾ آڱريون وجهي ويٺو هئين؟"

سان پوڄي ڪولہ. ڳڏ ہ لہ ٻاڻ لهن مان ڪنهن سان شادي ڪيائين ؟ لہ ٻاڙي جي نوجوانن ڪسي ني ڏ ٺائين."

"واہ."

"واہ ڇا! توکي خبر آهي تہ اسان بہ هن سان ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو. رستي تي هلندي هن طرف نهاريندا هئاسين، ۽ مسڪرائيندا ڪڏهن بہ نہ هئاسين."

نورو ٿرسي چيائين، "نرملا."

"جي."

"تنهنجو مون ۾ وشواس آهي ؟"

"ڇو؟"

"او هيترو اڳيان وڌي آئي آهين، ڪهڙي احساس تي ؟"

"اوهين منهنجو مٽر آهين، صرف اِن ڳالهہ کي ڄاڻي ئي مان اڳيان وڌي آهيان."

هن خوش ٿي چيو، "سچ."

"تہ هن ڪان اڳي ڇا توهانکي اِن ۾ ڪوئي شڪ هو؟"

"خبر ناهي. ڇو تہ ناري- هردہ کي سڃاڻڻ نهايت ڪٺن ڳالهہ آهي."

مان چپ چاپ سندس ڏانهن نهاريندو رهيس.

"نرملا— اڄ تون منهنجي گهر هلندينءَ ؟"

"گهر يعني هوٽيل ۾؟"

"ها."

”ڇو؟“

”الا ٿي ڇو دل ٿي چاهي.“

”دل کي قابو رکو رميش بابو“ مون کليءَ چيو، ”دل ڏاڍي بري چيز ٿيندي آهي.“

”اِها ڳالهه حسينن سان لاڳو آهي.“ رميش مشڪي چيو، ”اردوءَ جي ڪنهن شاعر چيو آهي:

جتني حسين پيدا ڪئي خدا ني;

خطا معاف،

هر چيز بنائي خوب،

اڪ دل برا ديا!“

”واهه، خوب!“

”نه يوم ڪهڙو ويچار آهي؟“

”هونءَ نه ويچار نه هو مگر هاڻ اِن شعر جي صدقي هلي سگهانٿي.“

هن خوش ٿي چيو، ”تعجب!“

(١٠)

اسين لفٽ رستي وائيٽ هوٽل جي آخرين منزل تي وڃي پهتاسين. سمند ر طرف واري ڪمري ۾ ننڍڙو نيرو بلب ٻري رهيو هئو.

بلب جي هلڪي نيري روشنيءَ ۾، ڪمري جي ڀتين ۾ ٽنگيل فلمي ڪلاڪارن جون تصويرون ڀوريون چٽيون نه هونديون به سچائپ ۾ اچي رهيون هيون.

”ڪجهه پيئبو؟“ رميش ڪليءَ ۾ ڪوٽ ٽنگيندي

ايندي ۽ نهايت خوبصورت ۽ پياري پاسجي رهي آهي."

هو کلندو- ٺهڪ ڏيندو ۽ گلاس سنهري رنگ جي وس سان ڀري آيو. هڪ ڏانهن مولڪي ۽ پيو کيائين پاڻ ۽ پوءِ چيائين، "شروع ڪر."

مون هڪ ڍڪ ڀريو. ڍڪ ڀرڻ سان گلاس هٿ مان ڇڏائجي ويو. سفيد ساڙهيءَ جو ڪجهه حصو آلو ٿي ويو. مون لڪي لوع ۾ چيو، "رميش بابو--- هيءَ ڇا شراب!"

"شراب ۽ اوکي! ڇري ٿي آهين ڇا؟ اها ته ولائتي انگور جي رس آهي جا اسڪاٽلنڊ مان بوتلن ۾ ڀرجي هندستان ايندي آهي!"

مان اٿي کڙي ٿيس. هن مهمجي ويجهو ايندي چيو، "ويهه هاون تا."

"هيٺر هاڻ ٿي گهرجي."

"صرف هڪ منٽ!" ائين چئي هو دروازي کان ٻاهر هليو ويو. مان چپ ڪري وڃي ٻاهر بالڪنيءَ ۾ بيٺيس. ڀيني پنج منٽ گذري ويا. رميش آيو ۽ اچي مولڪي پان ڏيئي هو وري اندر ڪمري ۾ هليو ويو ۽ وڃي ريڊيو وڄائڻ شروع ڪيائين.

بيبا جو آلاپ هلو اهو. مان هڪ عجيب نشي ۾ مخمور ٿي وڃي هڪ ڪوچ تي ويٺيس. ۽ جڏهن بيبا جو آلاپ ختم ٿي ويو، تڏهن مان جڻ جهوٽا کائي رهي

پڇاڻي ولي ويند ۽ راوڻ کي اهو سراپ مليل هئو ته ڪنهن
به استري ۽ جي اڇا جي ورڌ هڻجو ڪري ڪرم هنجي
مڪمل تباهي ۽ جو باعث بڻبو. راوڻ سيتا کي بند ۾
رکي چاهي هدسان ڪيترو به الرٿ ڪيو، مگر سيتا کي
ڇهيو به نه ۽ سيتا آسمان کي ڇهندڙ آگ جي شعلن ۾
مان صحي سلامت واپس موٽي آئي.

اوچتو ماسي ۽ جي پيرن جي آهٽ پڌم. آهٽ پڌي
د جي واپس. ڪٽي گوپال هنکي مهنجي واپس جي
بند تو ......

”چو...... ڇا ٿيو ائين، ڏسان ته!“ ماسي ۽ اچي،
مهنجي پيشاني ۽ تي هٿ رکيو. مون پنهنجو ٺمرو ڪي
چڏيو.

”گوپال تي ڳالهه ڪئي ته تهنجي طبيعت ڪجهه
ٺيڪ ناهي. ڇاڪين تي ته تون پنهنجين لين سکين سان
ڪيڏاهن دور گهمڻ ويئي هئين ۽. جڏهن طبيعت خراب
هئي، پوءِ ايترو دور وڃڻ جو ضرور ؟“

مهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو، مون گوپال کي غلط
سمجهو هئو.

”پر تون ته روئي رهي آهين، ڇا ماءُ جي ياد آئي
ائي ؟“

مون ڪجهه نه ڪيو. هوءَ به پريل دل سان
هڪ دنعو وري به پنهنجو هٿ مهنجي پيشاني ۽
تي رکي، مٽي تي ڦيرائيندي هلي وئي.

ڪجھ دير بعد گوپال آيو. هٿ ۾ لفافو هوس.
چيائين، "نرملا، هاڻ وٺ، هيءَ تنهنجي ڪويءَ جو خط
آيو آهي." مون خط وٺي کوليو. مگر ڪجھ پڙهان ان کان
اڳ گوپال چيو، "مونکي ڪجھ نه ٻڌائيندينءَ نرملا؟"
"گوپال بابا توکي ڇا ٻڌايان؟......تون وچ...... اڄ
ڙن وچ...... توکي سڀ سيان ٻڌائينديس پس....اڄ نه!"
گوپال هليو ويو.

اوم لکيو هئو: اڃا ڇا اچڻ جو ويچار ڪونهي؟
ڪاري ڪانءُ ۽ ڪاري ڪوئل جي وچ سمايل ڀيد
ڪي ظاهر ڪرڻ واري بسنت رت اچي چڪي آهي.
ڙن ۾ هاڻ ٻور ڇانڪڻ شروع ڪيو آهي. ۽ مان پنهنجي
وڙيءَ جي دريءَ وٽ ويٺو تنهنجي راهه تڪيان ٿو
هنجي پريتما اڃا آئي ڪا آئي. دور دور ڪسان
مان جڏهن به ڪنهن کي سفيد وسترن ۾ ايندو ڏسندو
ان تڏهن مونکي اهو ڀرم ٿيندو آهي ته اها تون
ن. پر هنجي نزديڪ اچڻ سان منهنجون ڪلپنائون
ءَ جي مڌان جيان ٽهي اچي پٽ پونديون آهن.
ڪلپنائون جيڪڏهن هوائي جهاز هجن ها، جيڪر
ير جي ايڏاهن اڏامي اچان. پر ڇا ڪريان؟
ون جيڪڏهن گهوڙا هجن ها ته فقير به مزي
ي سواري ڪن ها. پائي مونکي ته تنهنجي
رميش کي ڏسڻ لاءِ ڏاڍي تڙپ لڳي آهي
آهي ته هو ڪوين لي...

”پر مولڪي......“

”پر مولڪي ڇا؟؟“

”بابا! ڏسوـــ ڪن پل ۾ آسمان صاف ٿي ويئي آ؟“

”ها ڌيءَ!“

”طوفان به وهندو رهيو!“

”پڳوان جي ليلا آهي ڌيءَ؟“

”سوچيم ......... مولڪي اڪيلي جو پڙي ڏ ملندي. مان اندر ڪاٺيون اساري باهه ٿي ڪپڙا سڪائيندس.“

”ٻلي ڌيءَ.“

”جيستائين ڪپڙا سڪن، ليستائين لوهالڪي ٻاهر رهڻو پوندو بابا.“

”بس ڳالهه به اِتري. ڌيءَ، تون اندر وڃ. مان سڄي رات ٻاهر ئي رهندس.“

استري چپ چاپ اندر ڌوري، اندران دروازو بند ڪيو. اڌ ڪلاڪ کن گذريو. اوچتو اندران آهستي آهستي گهنگهرن جو مڌر آلاپ اڀري لڳو هو. سندر ناري ڇم ڇم نچي رهي هئي. رشيءَ کي خيال آيو ته دروازي جي مٿين ڪڙڪيءَ مان هو آن سندر ناريءَ جو ناچ ڏسي. پر ٻيءَ گهڙيءَ خيال لاهي ڇڏيائين. هاڻ ڇم ڇم سان ڪلو سريلي گيت جو آلاپ به اڀري لڳو. پورنماسيءَ جهڙي رات هئي اها. ناريءَ جي نرت ۽ گيت سموري ناتاس ۾ عجب الوڪ سنگيت پري ڇڏيو.

رشيءَ کان رهيو نه ٿيو. هن جهوپڙيءَ جو در کڙڪايو، مگر اندران ڪو به جواب نه آيو. نوڪر ۽ گيت، ائين گڏو گڏ هلندا رهيا.

رشي هوش حواس وڃائي ويٺو. واسنا جي وس ٿي هن زور سان جهوپڙيءَ جي در کي لت اڪاءُ ڪئي. دروازي جو ڪنڊو ٽٽي پيو. پر جو ڪجهه رشيءَ ڏٺو، تنهن سندس لڱ ڪانڊاري ڇڏيا.

سامهون، ان سندر ناريءَ جي پرسان، هوشاسترڪار رشي ويٺو هو. هن کلي پڇيس، "ڪيئن مترو، ليکني شاستر ۾ ڪجهه بدل ڪئي وڃي ڇا؟"

مختصر جواب آيو "ها."

نه نه مالا هو رشي هو. توهان شايد چوندا ته، مان پنهنجي گناهه جي اپاءَ لاءِ ڏند ڪٿا جي اوٽ ٿو وٺان، مڃالٿو ونالٿو. پر ڇا اهو سچ نه آهي؟ نرملا — مان اهو به مڃالٿو ته اصول جو پيو پاسو به ٿيندو آهي. جيئن هيءُ سچ آهي تيئن هو به سچ آهي. پر هڪ پاسي جو سچ، ٻئي پاسي جي سچ کي ڪوڙو بنائي ٿو سگهيءَ ڇاڪاڻ ته سچ آخر سچ ئي آهي.

نرملا — اسڪي توهان ڪوڙ نه سمجهه ته، جڏهن مون توکي پهريان ڏٺو تڏهن مون ائين سمجهو ته ڄڻ مان سپنو ڏسي رهيو آهيان. ڇو نه اسڪان اڳ مون توکي صرف سپنن ۾ ئي ڏٺو هو. سچ توهان ئي منهنجي جنم جنم جي ساٿڻ آهين. ڇا ٿي پيو جي اسين اسيءَ پيءَ

ذات جا آهيون. سچي پريم جي اڳيان ڪنهن به ڀيد
ڪي ڪا معنيٰ ڪونهي. سچ، مان ننڍڙو ٿي رهڻ
چاهيانٿو. ۽ انهي احساس ۾، مان پنهنجو پاڻ پنهنجو
سڀ ڪجهه توکي ارپڻ ڪريانٿو. اميد ته تون منهنجي
گناهه کي، پنهنجي معاف ڪرڻ واري گڻ جي آنچل سان
ڍڪي، منهنجي آتم سمرپڻ ڪرڻ جي آڇ کي، دل جي
سچائيءَ سان سويڪار ڪندين!"

چٺي پڙهڻ کان پوءِ مان جڻ ڪيڏانهن دور کسو ٿي
ويس. هيڏا ڏينهن هونءَ من ٻڪندو رهيو هئس، مگر
اڄ جڻ هستي ختم ٿي ويئي. مونکي انهن سمڪ ٿي
نه رهي نه مان جا ۽ ڪيٿن هيس. بس — انين پاسير-
گهور انڌڪار آهي. چوطرف دونهون ئي دونهون
آهي. دم گهٽجي رهيو آهي. فضا ۾ خاموشي آهي.
اکيون کولڻ سان به ڪجهه نظر نٿو اچي. اندر ۽ ٻاهر
صرف انڌڪار ئي انڌڪار آهي. وقت جڻ بيهجي
ويو آهي. انسان جو روح جڻ مري ويو آهي. نه سورج
آهي — نه چندرما آهي — نه تارا آهن — جڻ ڪجهه ڪونهي.
انين پاسير، دنيا ڪوڙ آهي؛ بس انهوني سچ آهي.

اوچتو جڻ ڪنهن مونکي گهريءَ ننڊ مان اٿاريو.
مونکان ڇرڪ نڪري ويو.

گوپال چئي رهيو هئو، "نرملا.... نرملا اوهان جا ڪجهه
لٽي پيڻ؟"

ڏٺم هو مونکي پاڻهن کان پڪڙي ڏولڏاري چئي

رهيو هئو ”توکي ڇا ٿي ويو آهي نرملا ؟“
جواب ڏيڻ چاهيم، پر ڏيئي نه سگهيس.
”اڄيون پوري ڇا پئي سوچين؟“
وري به جواب ڏيئي نه سگهيس.
هاڻ هن ڄڻ چيخ ڪئي، ”نرملا.“
”هون.“
”توکي ڇا ٿي ويو آهي؟“
”ڪجهه نه!“
”ڪجهه نه ڇا، ڪجهه ضرور آهي.“
مون کو به جواب نه ڏنو.
”اڄ ڏينهن تو شراب پيتو هو نه؟“
”ها.“
”پر تنهنجي وات مان ته...“
”پيار يو ويو هو.“
”مطلب؟“
”جيو ويو ته انگور جي رس آهي.“
”ڇو تون اعتبار ڪري وٺين!“
”صرف هڪ ڍڪ پيتم!“
”پوء؟“
”گلاس هٿن مان ڇڏائجي ويو.“
”پوء؟“
”ساڙهي ڪجهه آلي ٿي پيئي.“
”پر ڪيئن؟“

”وائيٽ هوٽيل ۾.“
”وائيٽ هوٽيل ۾-ڇا رميش وٽ؟“-
”ها.“
”پوءِ؟“
”پوءِ هن پاڻ کارايو.“
”پاڻ ؟“
”پاڻ ۾ خبر ناهي ڇا پيو هئو، پاڻ کانئڻ سان ڇھوٽا اچڻ لڳا !“
”پوءِ ؟“
”پوءِ هاڻ وڃ.“ اِئين چئي موڻ رميش واري چٺي سندس هٿ ۾ رکي. هو لڙ اکڙ ۾ چٺي پڙهڻ لڳو. چٺي پڙهي، نهايت گمڀير ٿي ائيندي، اها چٺي واپس ڪندي چيائين، ”هاڻ رميش ختم ٿسي سمجهه !“ ائين چئي وڏا وڏا قدم کڻندو ڪمري کان ٻاهر اکري ويو.

(١٣)

گوپال سچو ڏينهن گم رهيو. موڻ وڃڻ جي تياري ڪري چڪي هئي. صرف گوپال جي اچڻ جي دير هئي. ٽڪيٽ اڳ ئي گهرائي چڪي هئي. جڏهن ڏٺو ته هاڻ گاڏي ڇٽڻ جو وقت اچي پهتو آهي، تڏهن ماسي ماسڙ کان موڪلائي اڪيلي ئي اچي وڃي. ئي. اسٽيشن تي پهتس.
گاڏيءَ ڇٽي، دهليءَ جي مسافري هئي أها

سخت الجھن ھئي. جيڏاھن نہ وڃڻ جو ويچار ڪيو
ھُم. تيڏاھن ئي وڃي رھي ھيس. مولڪي ڪيھڙي
ڳوڙ پر منھن لڳائي زور زور سان روئڻ جي لڳا ھئي.
منھنجي لاءِ دنيا ڄڻ پنھنجن ڪان خالي ٿي چڪي ھئي.
ھاڻ جتي ٿوري گھڻي آشا رھي ھئي، اوڏاھن ئي وڃي
رھي ھيس.

چنتائون گھٽ نہ ھيون: خبر ناھي گوپال رميش کي
ڇا ڪيو ھوندو. رميش ھڪ پڪسي وارو ماڻھو آھي.
ڪجھ بہ نقصان پائي ھو اڄو نھايت خوفناڪ بدلو وٺي
سگھيٿو. ڀڳوان شل گوپال جي رکيا ڪري.

اڄ اوم وٽ وڃي رھي آھيان. اوم جيون ساٿ
ڏيڻ لاءِ تيار آھي. پر اھو سڀ ٻڌي ھو ڇا مولڪي
ساٿ ڏيندو؟ ڪيس ڪجھ نہ ٻڌايان نہ ٺيڪ ٿي سگھيٿو
پر جيون پر جنھنکي پنھنجو ڀاڱ، پنھنجو سڀ ڪجھ ارپڻ
ڪجي، اُن کان ڪجھ لڪائڻ ڇا ٺيڪ آھي؟ مولساءِ
منوھر نہ مري چڪو؛ جنھن منھنجو سڀ ڪجھ لٽيو
آھي، تنھنکي پنھنجو ساٿي بڻائي نہ مان سرڳ پر بہ
رھڻ نہ چاھينديس. جو انسان، ھڪ معصوم ناريءَ
جي ابوجھائي؛ جو اجوڳ فائدو وٺيٿو، سو انسانيت کان
ڪريل، ڇولر ھيڻ آھي. خبر ناھي نہ ھن ان کان اڳ
ڪون جيان، مون جھڙن ڪيترين کي نہ ٿي نقصان
رسايو ھوندو. اھڙي انسان جو پاءُ پڪڙڻ کان بھتر
آھي سڄي عمر، انبن ئي اڪيلو رھڻ. باقي رھيو اوم،

مان اوم کي سڀ ڪجھ ٻڌائيندس. اوم ڪوي آهي.
ڪوي ماڻهون وشال هردي وارا ٿيندا آهن. هن ٻ
معاف ڪرڻ؛ معاف ڪري وساري ڇڏڻ جي طاقت
نه هجي ته ٻس ٻر ٻرال ٿيندي آهي. هو معاف
ڪري ٿي ڇڏيندو.

"؛ جي نه ڪري نه؟" اندر مان ڪنهن پڇيو.

"نه ڪري ته واپس!"

"پر ڪيڏانهن؟"

"ڪيڏانهون نه ڪيڏانهن!"

خبر ـــ دهليءِ پهتيس. اسٽيشن آيون ٿي؛ واٽون
ٿي. اُئين جيئين، سنيما جي پردي تي ڪلاڪار ايندا
آهن ۽ ويندا آهن. منهنجي لاءِ ڳالهه ساڳي هئي. دهليءَ
جي هوا پر، مون پاڻ پر ڪجھ به نئين ڳالهه ـ نئون امنگ
محسوس نه ڪيو. جڻ سڀ ڪجھ ساڳيو هئو، صرف
ٻاهريون رنگ روپ ڦريل هئو.

منوهر جو وچار ڪرڻ سان سنسار جا تمام پرش
اڪثر ٻه ورنگي ڀاسندا هئا. ماسترڪي نه اڃا سمجهي ٿي
نه سگهي هيس. اوم کي ڏٺم، نه سمجهيم، سڀ پرش
شايد اهڙا معصوم ٿيندا آهن. پر رميش کي وحشي
روپ ۾ ڏسڻ سان مونکي دليا جا سڀ پرش چالباز
ڀاسڻ لڳا. هيو پريم...... پاڻ ارپڻ ڪرڻ واري
معصوميتا...... سڀ ٻه ورنگ...... سڀ ٻاهريون ڏيک
لڳي. پر روي جڏهن اوم جو خط مليو

نڏهن وري الجهي ۾ پئجي ويس. دنيا ساڳي آهي، صرف اسانجي نقط نظر بدلجندي رهيتي. ان قسم جو احساس ڪٿي بمبئي ڇڏي هئم ۽ جو دهليءَ تائين جيئن جو تيئن قائم رهيو.

اوم سان مليس. مولڪي ڏسي اڇل ڏيندي چيائين، ”نرملا تون!“ ڪلا پون ۾ پهچڻ ۽ سيٺ سان گڏجڻ جو حال احوال وٺي چيائين، ”ڏس، نرملا تو بنا منهنجا ڪهڙا حال ٿي ويا آهن. ڏس نرملا مان ڪيترو نه ڏٻري ويو آهيان...... پر نرملا تنهنجي اکين ۾ آنسو ڇو؟“

مون پيشانيءَ تي هٿ رکي، اکيون ٻوري، ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. اسين ٻئي ٻن موڙن تي ويٺا هئاسين. منهنجي بند اکين ۾ آنسون تري آيا. مون انهن کي روڪڻ جي ڪوشش به نه ڪئي. ۽ انڪري بند اکين جو بند ٽوڙي آنسون ڳاڙن تان ڪرندڙ لنڊڙن جهڙن جيان هيٺ ڪرڻ لڳا.

”مان سڀ سمجهانٿو نرملا... تون نه روئين هان، اهائي ڳالهه منهنجي لاءِ هڪ وڏو عجب ٿئي هان!“

”ته ڇا تون سڀ جاڻينتو؟“

”ها.“

”پر ڪيئن؟

”مان سڀ جاڻانتو، ان ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي ۽ هڪ ٻي به ڳالهه آهي نرملا ....... جتي دليون مليل آهن اتي جدائيءَ ۾ ٻن سڀ جاڻندو رهندو آهي.

تہ دنيا ۾ ڪٿي بہ هجي، ڪنهن حال ۾ بہ هجي، مان
جتي بہ هوندس، جنهن حال ۾ هوندس، تون جو
سوچيندي هوندينءَ، جو چوندي هوندينءَ، جو ڪم
ڪندي هوندينءَ، مان هميشہ محسوس ڪندو رهندس.“

مان سچ پچ عجب ۾ پئجي ويس.

”تنهنجي اهي گذاري ويئي، مونکي اڄ ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ ملال. هوڏانهن سامهون پٽ ڏانهن نهار. ڏس
اها تصوير ڪنهنجي آهي — تنهنجي ئي آهي نہ؟
نريندر بابوءَ ڪڍي آهي. اهو نريندر بابو جيڪو
صرف استرين جون تصويرون ڪڍندو آهي. الائي
ڇو مون لئي چاهيو تہ تنهنجي تصوير هجي گهر ۾
ٽنگيل هجي. گهري ماڻس تہ ڏنئي نہ. آخر ان شرط
تي ڏنائين تہ مان سندس چترڪلا ۾ حاصل ڪيل
قابليت تي هڪ ڪويتا رچيان، جا مون رچي ڏني
ماڻس. ايترو سڀ چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ تنهنجي
پهرين خط جي پهچڻ کان بہ چار ڏينهن اڳ تنهنجي
ان مسڪرائيندڙ تصوير روئي ڏنو. مان ليٽيو پيو هوس.
اوچتو ڪنن تي تنهنجن دٻيل سڏڪن جو آواز پيو.
مان چرڪي اٿي کڙو ٿيس. يڪدم جهونپڙيءَ کان ٻاهر
نڪتس، پر تون نظر نہ آئينءَ. مان ان سڀ کي ڀرم
سمجهي، ٻاهر کلي ليٽي پيس. پر دٻيل سڏڪا بند
ٿيا. اوچتو نظر وڃي ان تصوير تي پيئي. ڏٺم تہ
مسڪراهٽ نامعلوم ڪيڏانهن وڃي گم ٿي

هئي. مون هڪ دفعو اکيون مهٽيون. ڏٺم ته سڀ ڪجهه
مسڪراهٽ گم هئي. هٿ کي چڪ پاتم، تڏهن به ان ۾
ڪو فرق نه پيو. مون زور سان پڪاريو، ”نرملا!“
جواب آيو، ”منهنجي امي گذاري ويئي اوم!“
اِهو ٻڌي سڀ ڪجهه موالڪي الائي ڇا ٿي ويو.
”ڇو؟“
”ڇو اڪثر هر رات ان تصوير جو رونق ڏيندو
هئس.“
”بس؟“
”بس!“
”تصوير توسان ڳالهايو هو نه؟“
”ها. مون ڪيترين ئي راتين ان سان ڳالهائيندي
ڏار يون آهن“.
”پلا پيو به ڪجهه چيائين ٿي؟“
”ها.“
”ڇا پئي چيائين؟“
”اِهو ٿي ته تون منهنجي ئي آهين. تنهنجو منهنجو
ميل اٽوٽ آهي. دنيا جي ڪا به طاقت ان کي
ٽوڙي نٿي سگهي. سڀ نرملا.....ڪو اسان کي جسماني
طرح جدا ڪري سگهيتو، پر آتمڪ طرح ڪڏهن به نه،
ن جا جسم برابر به آهن پر آتما هڪ. آتمائن جي
ئي، سرڳ جا ديوتائون به راضي رهن ٿا ۽ جنتي
تائون راضي رهندا، ان جو ڪير به ڪجهه به بگاڙي

ڇٽو سگهي."

مان چپ رهيس. ڇاڪاڻ مون سمجهيو هئو سچ پچ هو سڀ ڪجهه چاهيندو. پر پوءِ صاف ظاهر ٿي پيو ته ائين نه هئو. مون دل ۾ چيو ته اڄ جيڪو محبت جا وڏا وڏا دم ڀريندو، ڪٿي سڀاڻ ڇوڪري نه ڀلي پوندو؟ — جالم ٿي منهنجو الڳ ٿيڻو پيا وزن وارو ۽ ٻي سبب نه هئو.

”اوم اون جا سچ پچ مولکي چاهيندو؟“

”توکي جا ان ۾ شڪ آهي؟“

”مولکي ڇڏي ته نه ڏيندين؟“

”ائين ڀلا ڪيئن ٿو ٿي سگهي. اهو اهڙو ئي ناممڪن آهي، جهڙو چڪور جو چنڊ طرف نه اڏامڻ. چري، پورڻماسيءَ جو چنڊ لڪري ۽ ساگر ۾ وير نه چڙهي؛ ڇا اهو ممڪن ٿي سگهندو؟ ياد اٿئي ته هڪ ڏينهن مون توکي چيو هو؟ چيو هوم ته اوهان منهنجي جيون جو سنگيت، منهنجي ڪاوڙ جي مسڪراهٽ آهيو. تو بنا منهنجي لاءِ هيءَ سڄي دنيا ئي معنيٰ آهي. توکي ڇا اهو سڀ ڪجهه وسري ويو آهي؟ مان ته اهو سوچي به نٿو سگهان ته توکان سواءِ مان آهيان ئي ڇا؟ منهنجي نس نس ۾، دل جي هر هڪ ڌڙڪڻ ۾، هر هڪ ساس ۾، هر نظر، هر خيال ۽ هر وچن ۾ صرف تون ئي تون آهين. پوءِ مان توکي ڪيئن ٿو ڇڏي سگهان؟“

( ١۴ )

— ملکي اوم ۾، اوم سان گڏ رهڻ جي جيتري آشا

هئي، اولر و جدا ٿيڻ جو انديشو به هئو. مون چاهيو ته مان هنڪي سڀ ٻڌائي ڇڏيان، پر ٻڌائي نه سگهيس. من ۾ ڪو چور لڌو هئو، هاڻ نه، پوء! پــر هاڻ پوء پوء ڪندي پوء ٿي گذري ويئي.

ڇا چوان... مان ڪجهه ٿي ويئي هيس.

اِنين آهي ته مون گوپال ڪالسواء ڪنهنجي بـه اڳيان رميش جي بدچلني ظاهر نه ڪئي هئي. مون اِها ڳالهه سڀ کان لڪائي هئي. پر هاڻ جو ڪجهه مولڪي ٿــي رهيو هئو، تنهنکي ڪئي لڪايان؟

ڪلڻ دل جي خوشيءَ سان ڪنو ڪاڍور تــي ويو. منهنجي لاءِ هڪ پيالڪ مسئلو ڪري ٿي ويو. پيالڪ اِن ڪري جو اِهو جيترو ئي گنڀير هئو، اولرو نازڪ به. اوپر کي اِهو ئي اثر ويتل هئو ته منهنجي اِن حالت جو ڪارڻ منهنجي اميءَ جو موت هئو. هڪ ڏينهن هو مون وٽ آيو؛ اڇي پر پوڌ ڏيڻ لڳو: وڇڻو هرڪو آهي، جلدهن وڇڻو ئي آهي لڏهن پوء شوڪ ڇا جو؟ جا چيز ناسولت آهي، جا چيز خاڪ سان ملي خاڪ ٿيڻي آهــي، اِللاء افسوس ڇا جو؟

چوڻ لڳو، ”ڏس نرملا.... تنهنجي ڇهري ني ڇاليل سفيدي صاف ٻڌائيتي ته خزان، بهار تــي جيت حاصل ڪري ويئي آهي. تنهنجي اکين ۾ اڄ لشڪتا جي گهرائي ڪئي؟ — چپن ۾ مسڪراهٽ ڪئي؟ تنهنجي شوخي، تنهنجي چنچلتا ڪئي؟ — تون اڄ هيڻ ...

چترڪار جي تصوير لڳي رهي آهين. پر چترڪار جي
بي جان تصوير بي جان ۽ جان ڦوڪي سگهندي آهي
مگر تون جاندار هوندي بہ جاندار کي اُجان ڪندڙ
آهين! مونکي ٻڌاءِ، تون ڇا هميشه الريسہ شالنہ ۽
اُداس رهندينءَ؟"

جواب ۾ مون ٻنگ مان ڇٺي ڪڍي سندس هٿ ۾
رکي. اوم ڇٺي پڙهي دنگ رهجي ويو. جيئن برسات
پوڻ سان ڌرتي ۽ آسمان جي وچ رهندڙ مٽي گم ٿي
ويندي آهي تيئن ڇٺي پڙهڻ سان سندس چهري جي
لالائي ويندي رهي. جيئن ٻهراڪ طوفان لڳڻ سان
سيڪڙو وڻ ٽڻ جگهيون وغيره اچي پٽ پوندا آهن
تيئن خط پڙهڻ سان هن جي ڪلپنائن جا آڏيل ڪوٽ
ڊهي اچي پٽ پيا.

"اوملا."

"جي."

"ڇڪيءَ طرح مون ڪجھ نہ سمجهو."

مون شالنہ ڀاو سان اوم کي سڄي ڪهاڻي ٻڌائي. اهو بہ ٻڌايومانس تہ مان ماءُ ٿي رهي هيس.
منهنجي ڪهاڻي ٻڌي هو زور زور سان سڏڪا ڀري
روئڻ لڳو. مون ان ڏينهن لسائين پنهنجي سموري
زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ پرش کي الريسہ روئندو نہ ڏٺو
هئو. مون هنکي شالنہ ڪرائڻ جي بيحد ڪوشش ڪئي
مگر ڪامياب ٿي نہ سگهيس. ۽ الريسہ وڏا سڏڪا

ٻڌندو، پنهنجو منهن ٻنهي هٿن ۾ لڪائي ٻاهر
هليو ويو.

وري ڪو نه آيو.

سندس انتظار ۾ شام ٿي، رات ٿي ۽ رات ٿي پرڀات
ٿي، هو نه آيو. آءٌ مون سمجهيو ته هو مون وٽ ايندو
۽ چوندو ته: ان ۾ تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪونهي نرملا.
جڏهن تنهنجو ڪو ڏوهه ڪونهي، تڏهن تو طرف
منهنجي شڪايت ئي ڪهڙي؟ تون جهڙي به آهين،
منهنجي ئي آهين. پر "جهڙي" جو مطلب متان اهو
سمجهين ته مان توکي اڳي کان گهٽ ٿو سمجهان. تنهنجو
منهنجي من مندر ۾ اهوئي آستان آهي جو هيڪان اڳ
هئو.

اوچتو ٻاهران ڪنهن سڪيءَ پڪاريو، "نرملا."

مون دروازو کوليندي چيو، "اچ سرلا."

سرلا اندر ايندي منهنجي هٿ ۾ هڪ چٺي ڏيندي
چيو، "هان وٺ."

"ڪنهن ڏني آهي؟"

"ڪوي اوم پرڪاش."

"ڇو... ڇا پاڻ نٿي اچي سگهيو؟"

"پاڻ! پاڻ آهي ڪٿي!"

منهنجي پيرن هيٺان ڄڻ ڌرتي کسڪي ويئي. پاڻ
ڇالي پڇيومانس، "ڇا شهر ويو آهي؟"

"نه."

”ٻڌهن ڪيڏاهن؟“

”پنهنجي ڳوٺ.“

”ڪجهه ڇٽي ويو؟“

”ها.“

”ڇا ڇٽي ويو؟“

”نه هو هاڻ ڪڏهن به ڇٽي نه ايندو!“

جهو ٻڙيءَ ۾ هر چيز جي مٿان جڻ هڪ ڳهري ڇايا پکڙجي ويئي. ٻاڻ سنڀالي سرلا کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪيم، پر جيئن نه سرلا کي پڪڙي سگهيس، ليڪن ٻاڻ به سنڀالي نه سگهيس. ڪلبل اکين اڳيان جڻ هڪڙو ڪارو پڙدو اچي ويو. ۽ جڏهن اکين اڳيان اهو پڙدو هٽيو تڏهن پاڻ کي پٽ تي ڏٺم.

(١٥)

اوم جي جلي ٻڙهڻ لي دل ٿي نه ٿي. ڇا ٻڙهان؟ اهو ٿي نه ڪويءَ جو سڀني سنسار پٽ تي ڪرڻ مرجهايل ڪليءَ جيان جڻ روپ ۽ سگند هيڻ ٿي ويو. نه دل جو شيشو ٽٽي چڪو، جو لڪم بنائڻ سان ٻنجي ٿو سگهي. مان وڃائتو. وري ڪڏهن نه ايندس. اچي ٿسي نه سگهندس. هاڻ اجڻ لاءِ رهيو ٿي ڇا آهي؟

۽ هئو به ڇا نہين! هاڻ رهيو ٿي ڇا هئو؟ امسيءَ به نہين ٿي جيو هئو نه، نه: استريءَ لاءِ ستيٽوٽي سڀ ڪجهه آهي. جنهن ڏينهن کان اهو ناس ٿي ويئو، تنهن ڏينهن کان هن وٽ ڪجهه به نٿو رهي.

نہ ھاڻ ”ڪجهہ نہ“ کي پڪڙي اڳتي وڌڻو هئو.
دل ۾ ويچار آيو تہ ڇولہ هن دنيا جوني تياڳ ڪري
ڇڏيان. هن دنيا ۾ ھاڻ رکيوني ڇا آهي. دنيا ۾
پرش تائين واري چيز کهڙي نہ بي معني آهي. ان
بي معني چيز کي پڪڙي وهڻ ۾ کهڙو سود؟

ٻيو ويچار آيو: جڏهن ”ڪجهہ نہ“ کي ئي پڪڙي
اڳتي وڌڻو آهي، تڏهن ”بي معني“ چيز کي پڪڙڻوئي
پوندو. پر پڪڙيان تہ پڪڙيان ڪنهنکي؟ اڄ زندگي
جي راهہ تي مان بالڪل ۽ بالڪل اڪيلي هئس.

ڪوي۽ چيو هئو:

”هنکي ڏسڻ سان ائين ڀاسيو آهي، جڻ هوءَ
پنهنجي ئي آهي. سيني جي آهي. جا نہ ڄاڻ ڪيترن
جنمن کان...... جڳن کان...... آد کان پنهنجي ئي رهندي
آئي آهي.“

۽ مون ائين محسوس ڪيو تہ برابر مان ڪيترن جنمن
کان...... جڳن کان...... آد کان، جيون جي الست راهہ
تي هلندي رهي آهيان. هلندي ئي رهندي آهيان.
مگر ڪڏهن بہ، ڪٿي بہ مونکي پنهنجي منزل نظر نہ
آئي آهي. ۽ مان ان منزل جي کوج ڪندي- ٿابڙندي
اڳتي ۽ اڳتي ۽ صرف اڳتي ئي وڌندي رهي آهيان.

هڪ ڏينهن اوم جي چٺي پڙهير. هن لکيو هئو:

”اهو سچ آهي تہ ڪاغذ جي گلن ۾ عطر وجهڻ سان
سمجهائي سچن گلن کان بہ وڌيڪ سگنڌ اچي سگهيتي،

مگر چمڙي ۽ ڏسڻ سان نہ نہ هو ڪومل لڳندا ۽ نہ تازا.
ڪاغذ جي گلن ۾ چاهي ڪيتري نہ نزاڪت هجي، مگر
سچن گلن جهڙي سڳنڌ، ڪوملتا ۽ تازگي ٿي نٿي سگهي.
۽ اڄ تون مولکي ڪاغذ جي گل سمان ڀاسجي رهي
آهين. جو نہ نرملا هوندي بہ تون پنهنجو نرملتو قائم
رکي نہ سگهي آهين.
ياد اٿيئي تہ ڏينهن مون توکي ڇا چيو هئو؟ چيو
هئو تہ مولکي ڪيترن سالن کان اڳي سڀئي ايندا آهن تہ
مان سنياسي بڻجي ويو آهيان. پر مولکي ڪڏهن بہ
سنياسي بڻجڻ جو خيال ڪونہ آيو. البت جڏهن تون
ڪراچي وٺي هئينءَ تڏهن اهو سوچي مون فيصلو ڪيو
هئو تہ جيڪڏهن تون واپس نہ ايندينءَ تہ مان هن دنيا
جو تياڳ ڪري ڇڏيندس. ۽ اڄ جڏهن محسوس ڪريان
ٿو تہ هاڻ تنهنجي هتي اچي وڃڻ ۽ نہ اچڻ ۾ ڪو تفاوت
ڪونهي، تڏهن هن دنيا جو تياڳ ڪري رهيو آهيان.
تون پڇندءِ، منهنجي لاءِ هن دنيا ۾ رهيو ئي ڇا آهي؟
ڪجهه بہ نہ. اڄ منهنجي من. پيءَ جا سڀ ڪوڙنجي ويا آهن.
۽ مان انهن سڀن جي کوج ۾، من ۾ ڇانيل اندڪار کي
دور ڪرڻ لاءِ روشنيءَ جي کوج ۾، هن دنيا جو تياڳ
ڪري رهيو آهيان. نہ مان سچ پچ سنياسي بڻجي
رهيو آهيان.
ڪلا! تون ۾ بہ هاڻ موللاءِ ڪجهه ڪونهي. صبح جو
تند مان اٿڻ، روح، ڪسرت اڀياس ۽ پوءِ ڪنهن لـ

ڪنهن ڪلا جي کيل ۾ پاڻ ۽ وِنڊ وغيره جي هاڻ مون
وٽ ڪا معني نه رهي آهي.
لهھڄي لاء بهتر اِئين ٿيندو ته آءُ رميش وٽ موٽي
وڃان!"

غصي ۾ منهنجي جسم اندر ايڏو جو طوفان لڳڻ لڳو،
اهو منهنجو حد ايمان هئو. اُن وقت تائين منهنجو اهوئي
ويچار هئو ته رميش سان ڪنوار ماں سر ۾ رهڻ
نه چاهيندي آهيان. پر اُن ايمان مون کي ڪجھ ٻيو سوچڻ لاء
مجبور ڪيو.

"نيڪ نه آهي. رميش وٽ موٽي وڃڻ ئي نيڪ آهي.
هو جيڪڏهن چرلو-هيڻ آهي ته هڏهي اها هيٺيان دور
ٿي سگهي ٿي. اڙي او ڪوي..... توئي چيو هئو نه ته:
ماں جتي ٻه هوندا آهن، جو ٻه سوچيندا آهن، اُن جتي ٻه
هوندين، محسوس ڪندو رهندين، سو پڌ....هون ته ماں رميش
سان ڪنو سر ۾ ٻه رهڻ لاء تيار نه هيس، مگر هاڻ
ماں سندس سان سر ۾ ته ڇا، دنيا جي کهڙي به ڪنڊ
۾ رهڻ لاء تيار ٿي ويندي آهيان."

بس فيصلو ٿي چڪو.

وري اهائي بمبئي. هن دفعي من جي حالت ٻرالي
هئي. ڪجھ اِئين محسوس ڪيم ته ماں ساگر جي اڇھڙ
گهرائين ۾ هئس، جتي خبر ناهي ڪير منهنجي چيلهه کي
رسو ٻڌي، ڏيري ڏيري، اندران ئي اندران، هڪ طرف
ڇڪي رهيو هئو.

ماسيءَ سان مايس. هوءَ نہ سدا بيمار هئي. مولکي ڏسي ماڻهو بہ خوش ٿيو. البت گوپال جي من جو پورو حال جاڻي نہ سگهيس. سندس چپن تي ريکائن ۾ لڪل مُرڪ، سندس اکين ۾ سمايل درد اکيون، بناوٽي معلوم ٿي رهي هئي.

رات جو جڏهن اڪيلا ٿيا، تڏهن پڇيومانس، ”گوپال، ڇا تون مون تي ناراض آهين؟“

”ڇو؟“

”تنهنجي وهنوار ۾ ڪافي بدل ٿي سمجهان.“

”ماڻهوءَ جو سڀاءُ، واءُ مندل سان ڪيئن بدلجندو رهندو آهي.“

”واءُ مندل سان ڪيئن بدلجي ٿو، واءُ مندل ڪسي بدلائڻ ڇا بهتر نہ آهي؟“

”تنهنجو مطلب؟“

”رميش جو ڪهڙو حال آهي؟“

”اهڙن ماڻهن جو بہ ڪو حال ٿيندو آهي ڇا؟ هيءَ ماڻهو هميشه ساڳيا رهندا آهن. ڪو جيئي، ڪو مري، ان ۾ ڦيرڦار ڇا؟ هو تہ هڪ آبشار سمان آهن، جي هميشه وهندا رهندا آهن. ۽ جي، پاڻ وهن، سان ۾ ڪيترن کي اڳتي گهلي الهجو رلڳ-روپ ڦيرائيندا وڃن. ڇا جاڻي ڪنداهن؟ رميش جو حال؟“

موٽ ۾ ڪجهہ نہ ٻوليو. ان ڏينهن جڏهن هو بلڪل سُوٽا سان اهو ڇتي ڪمري مان لڪري ويو هئو تہ:

هاڻ رميش خنثر ٿي سمجهه ۽ لڏهن مان ڪڍهن لبا معلوم نه ٿيا ڪان ڪيئي وياٿي هيس. مون اهو به سمجهو ٿي نه جڏهن گوپال ڏسندو ته مان سندس ڪان مو ڪلا ئڻ بنا دهلي هلي وئي آهيان، تڏهن ڪيس سخت چوٽ رسندي ۽ واقعي هئو به ائين. دهليءَ ۾ پهچي مون ڪيس هڪ خط لکيو هئو مگر موت ۾ اُنجو ڪو به جواب نه مليو هئو.

گوپال ته چپ هئو. مون آهستي چيو، ”منهنجو وچار آهي ته مان رميش سان ملان.“

هن عجب ۾ چيو، ”رميش سان! اُن ليچ سان جنهن تنهنجي زندگي تباه ۽ برباد ڪري ڇڏي؟“

”سچي زندگي تباه ۽ برباد ڪري ڇڏيائين، صرف ائڪري ته سندس سان ماڻ چاهيانتي!“

”اُنجو مطلب؟“

”مطلب ڪي اُج مطلب ٿي رهڻ ڏي گوپال. مولکي صرف ايترو پتاءِ ته منهنجي وچڻ ڪالپوه جا جا ٿيو آهي.“

”ياد آئٿي، جنهن ڏينهن تو مولکي رميش جو خط پڙهايو هئو تڏهن مان غصي مان هيءُ ڪمرو ڇڏي وئو هئس؟ مان سڌو واپيت هوٽيل ۾ ويس. مولکي سخت غصو هئو. هن پنهنجو گناه قبول ڪيو ئي ۽ ساڻت ۾ اهو به چيو ئي ته هو توسان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ۽ پوءِ ويهي پاپ ۽ پڇه ئي ويا ڪيائڻ ڪرڻ لڳو. سچ پچ

هنجي ڳالهين مونتي جادوءَ جهڙو اثر ڪيو. پر اُلٽ ۾
هن هڪ اهڙي ڳالهه ڇيڙي جنهن اُن جادوءَ جي اثر کي
صفا مٽائي ڇڏيو."

"ڪهڙي ڳالهه؟"

"ڇوٽ لڳو؛ دنيا ۾ مرگهه ترشنا جهڙيون ڪيتريون ئي
ڳالهيون آهن جي منش کي لڳڻن لڳون. نرملا جا هڪ
شاعر جي شعر جون ٻه سٽون ٻڌي. وقعه ۽ آستان کي
ٻلائي سگهبي سا نه ڇاڪ ڪيترن ڳالهين ۾ ٻاڻ وساري
ٻاڻ لڳائي ڇڪي هوندي.

نرملا...... اهو ٻڌي مان ٻاڻ کي روڪي نه سگهيس.
يڪدم هڪ ٻڪايل شينهن جيان هن مٿان ٽٽي پيس. اُن
ڏينهن هو پيٽل پيٽل ڪونه هئو. مون کيس سخت ڏڪ
هنيا. پر ڪمال ڪهڙي جو هن مونتي هڪ به ڌڪ نه
هلايو. نه وري ٻاڻ بچائڻ جي ڪوشش ئي ڪيائين.
صرف ايترو چيائين: گوپال تون هڪ سٺو ماسات ٻيشڪ
آهين، مگر هڪ سٺو دوست نه آهين.

اتي نه مون کيس پاسريءَ ۾ هڪ لت هڻي ڪڍي.
۽ پوءِ روم ڇڏي هليو ويس. اهو ڏينهن هيءُ ڏينهن،
نه هو مونکي مليو آهي نه مان هنکي. البت ايتري خبر
اٿر نه هو هتي آهي." نورو نرسي چيائين، "پر تون
هنسان ملڻ ڇو ٿي چاهين؟"

مون پنهنجا لماڻا لبڻ ڪٽي گوپال ڏانهن نهاريو ۽ دل
۾ چيو. "مان لوکي ڇا ٻڌايان گوپال — مونسان هڪ ظلم

ٿي ويو آهي. مان "مان" ڪالنواءِ ڪجهه پيو به ٿي ويئي
آهيان." پر ڪجهه به بولي نه سگهيس. پهرين نظرون
هيٺ ڪيم، پوءِ اکيون پوري ڇڏيم.
اوچتو هن جنسي چيخ ڪئي، "لرملا."
هنجي اها چيخ، ڪمري جي ديوارن سان ٽڪرائجي،
ڪمري ۾ هڪ دردڀريو وايو منڊل پيدا ڪري، منهنجي
دل جي نازڪ لهرن ۾ گهري ويئي. منهنجون اکيون
ڳوڙهن سان ڀمتار ٿي ويون. پر مون کو به جواب نه
تو هن ساڳئي دردي لهجي ۾ چيو، "لرملا ڪٿي
ن......"
الائي ڇو منهنجي دل هڪ اهڙي ته گهري درد
ڀرجي ويئي جو منهنجو سمورو غم، آلسن ۽ سڏڪن
روپ ۾ گوپال اڳيان ظاهر ٿي ويو.
گوپال به جڻ بت بڻجي ويو. پر جيئن، مون اکيون
ڪنڌ مٿي ڪئي گوپال ڏانهن نهاريو، تيئن دلگ
ويس.
گوپال روئي رهيو هئو!

(١٦)

جا اٽڪل اٺ ٿيا هئا. مون وائيٽ هوٽيل جي
زل واري رميش جي روم وٽ پهچي بٽڻ کي
ڇهنڻي، جو آواز ٻڌي اچي دروازو کوليائين.
ي عجب ۾ چيائين، "لرملا تون؟ اڄ ڪٿان
آهي؟"

مان ٻنا جواب ڏيڻ جي اندر گهري ويس. هو ٻه
ڏر ڀاني اچي منهنجي پاسي ۾ ويٺو ۽ مُرڪي چوڻ لڳو:
”وه آئي گهر ۾ هماري،
خدا کي قدرت،
ڪڀي هم اُنڪو، ڪڀي گهر ڪو ديکتي هيَن.“
پيشانيءَ تي ڪرڙ وارن کي ڪنڌ جهڙي لوڏ سان
مٽي ڪندي چيائين، ”ڪيئن، اُنهنجو هو جيون-ساٿي
نه خوش آهي نه؟“
”جيون ساٿي! ڪهڙو جيون ساٿي؟“
”ڪهڙو ڪوي. جنهنجون ڪويتائون پڙهي زندگيءَ
مان ڪوڙي ٿيل بيزار ماڻهوءَ جو پنهنجي زندگيءَ سان
پيار وڌي وڃي.“
”ڪوي منهنجو جيون ساٿي آهي، اهو لوڪي ڪنهن
چيو؟“
”سڀ ڳالهيون ڇا صرف ٻڌڻ سان معلوم ڪبيون
آهن؟“ کلندي چيائين، ”اڙي ڀاني لوني نه ان ڏينهن
ڪويءَ کي پنهنجو ساٿي ڪري ٻڌايو هئو. پلا لون
اِلڪان وڌيڪ ڇٽي نه ڇا ٿي سگهين. وڏي ڳالهه اِ،
چوڻ جي خاص ضرورت نه لڳي هئي. مان ٻنا ڪجهه
وڌيڪ ٻڌڻ جي سڀ سمجهي ويو هوس.“
”هن، هن دنيا جو ليکو ڪري ڇڏيو آهي.“
رميش وجي ٽهڪن ۾ پيو. چيائين، ”ڇا سڀاسي
[illegible]

"ها!"

"پر ڇو؟"

ون رميش کي منوهر بابت ڪجهه به نه ٻڌايو هئو.
اوهر بابت به صرف ايترو ٻڌايو هئو ماس ته هو ڪلا جي
شاهراه تي منهنجو هم-سفر آهي. وڌيڪ ڪجهه به نه.
اڄ ٻون شروع کان وٺي ٻڌاڙيءَ تائين هنکي اوهر پرڪاش
جي ڪهاڻي ڇتي ٻڌائي.

هن لرڙ ۾ گهمج وجهي، اکيون شوخ ڪري، ڪڙڪ
آواز ۾ پڇيو، "تنهنجي معنيٰ ته تون اهو پاڻ تي قبول
ڪرين ته تنهنجو — خود جو، ڪوئيءَ سان پيار هئو؟"

"ها!"

"۽ ساٿ ۾ اهو ٿي چوان ته جو ڪجهه توکي ٿيو آهي،
سو مون سان ٿيو آهي؟"

"ها!"

"اهو ثبوت؟"

منهنجو مغز چڪر کائي ويو. رميش جو اهو سوال
ي ڪمري جون ديوارون ميري-گو-رائونڊ وانگر
ل ڦرڻ لڳيون. ڪمري ۾ ڦهليل جهڪي ليري روشني
ته گهاٽي ڪاري ٿي ويئي. مون پنهنجو پاڻ تي غالب
جي ڪوشش ڪئي.

آهستي چيم، "ثبوت؟ هر ڳالهه جا ثبوتن سان ظاهر
ي آهي؟ تو ٿيڻ ٻڌاءِ جو ڊوڪو ڪو مولڪي ڏاوءِ
ڏهن مان ڪنهن سان اهو ذڪر ڪريان ۽ هو
ڏهن اهڙي سچي هئڻ جو مولکان ثبوت ڪهڙو

ڇا مان ڪيس ثبوت ڏيئي سگهانٿي ؟"

"دليل وزندار آهي."

"انساني جيون-سنسار جو چڪر، وشواس جي آڌار تي ٻڌل آهي رميش. تو منهنجو وشواس گهات ڪري جنهن مولڪي تي آڌار ڪري چڏيو. پر رميش مون اڄ تائين ڪڏهن به ڪوڙ جو سهارو نه ورتو آهي. تو مون کي دوکو ڏنو، جيڪڏهن مان اها ڳالهه ڪويءَ کي نه ٻڌائي ڪيس شاديءَ لاءِ چوان ها ته ڳالهه اليئي ختم ٿي وڃي ها ؛ اڃي نه وڌي ها. هو مونسان شادي ڪرڻ لاءِ هردم تيار هئو. پر مون چاهيو ته مان هنڪان ڪجهه به نه لڪايان. جنهنکي پنهنجو بڻائجي انسان ڪجهه به لڪائڻ ٺيڪ نه آهي. منهنجي خيال ۾ اها "ڪجهه" هڪ وڏي ديوار بڻجي ٻن جڻن جي وچ ۾ لهجي وبندي آهي. پر ام معنيٰ هڪ ٿيئي حو، هڪ ٿيئي کي سمجهيءَ هڪ ٿيئي ۾ سمائجي وڃڻ ؛ پاڻ سمائڻ لاءِ اهو ضروري آهي، اڳلي طرف من، وچن ۽ ڪرم سان سچو هجڻ."

رميش وري به ٺهڪ ڏيئي چيو، "ڪوي ليکڪ تو وٽان هميشه لاءِ هليو ويو آهي، مگر وڃڻ سان پنهنجو ڪويتڙو تو وٽ ضرور ڇڏي ويو آهي. اح لــ لون شعري ڳالهائي رهي آهين تو ملا. اهڙيون ڳـالهيون جيڪڏهن ٻو قلم رستي ٻئن تي آڻين لــ جيڪر هڪ بصورت ڪهاڻي پيدا ٿي وڃي. اهڙن خوبصورت

ن اڳيان ولايت جو وڃائي رهي

”اُنان ٿي ڇوڙ ۾ چاهي ؟“

هن پڇيو، جيڪو تان آتي، ڪبت مان هڪ شيشي

ڪيدي مؤلڪي ڏيندي چيو، ”هان — هي وٽ —

منپ ڪجهه نيڪ ٿي ويندو.“

”هن ۾ ڇا آهي ؟“

”تنهنجي پريشانين جي مرض جو علاج.“

” مطلب ؟“

”بدناميءَ کان ڇوٽڪاري پائڻ جو وسيلو!“ ڪلي

چيائين، ”سچ، نرملا مونکي تنهنجي جوانيءَ تي رحم ٿو

اچي. مان نٿو چاهيان ته تنهنجي جيون ڪلي وقت کان

اڳ مرجهائجي وڃي. بڌ. هن ۾ هڪ اها دوا آهي،

جنهنجي پيڻ سان جو ڪجهه تنهنجي اندر آهي سو تنهنجي

اندر ئي اندر ۾ ختم ٿي ويندو. نهايت ڪارائتي ۽ ڪامياب

ثابت ٿيل آهي اها دوا. امريڪا تازو اِها ايجاد ڪئي

آهي.“

منهنجي لس لس ۾ جڻ باهه ٻري ويئي. شيشيءَ کي

... ت لي قٽي ڪري چيم، ”رميش! جو پيدا ٿي رهيو

... ي، انکي مارڻ جو حق نه مونکي آهي، نه توکي، نه

... نهن ٻئي کي. ظالم! خبر ناهي تو ڪيترين معصوم

... ن جي سنيا ناس ڪئي هوندي. مگر ياد رک، هڪ

... نهن توکي انجو حساب ڏيڻو ئي پوندو.“

... هو زور زور سان ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو ۽ مان وڌيڪ

... ه ڇوڙ ضروري نه سمجهي ڪمري کان ٻاهر اچي

...

( ١٧ )

مون اهي سڀ ڳالهيون گوپال سان ڪيون. گوپال
چيو ته هن اڳ ۾ ئي سڀ ڪجهه ڄاتو ٿي. معاملو منجهيل
هو. مگر ان جو ڪو نه حل ـــ ڪو ! سماڏان نظر نٿي آيو.
۽ ان ريت اڳين اپريل ۾ ڪٽي اڪري ٻيهس ڪراچيءَ.
ملڪ ۾ آزاديءَ جي لڙائي لڙي پئي وئي. ڪراچي
پهتيس ته خبر پيم ته اُن سال جي پندرهين آگسٽ تي
هندستان جو ورهاڱو ٿي رهيو هو.
بابا جن جو خيال هو ته هاڻ سنڌ ۾ رهي نه سگهبو.
اُن وچ ۾ پاڻ سنتوش نه هڪ هندو پارٽيءَ ۾ وڃي شريڪ
ٿيو هو. هنجو پڪو ويچار هو ته پاڪستان ۾ رهي،
هندن کي سنگهٽت ڪري، ڪنهن نه قسم جي زورآوريءَ
جو مقابلو ڪبو وڃي. پر پوءِ اُلائي ڇو اِهو خيال لاهي
بابا کي هندستان هلڻ لاءِ چوڻ لڳو.
آزادي ملڻ ۾ اڃا ڪجهه ڏينهن دير هئي. مان هڪ
ڏينهن اِرلس گارڊن جو چڪر لڳائي موٽي رهي هيس.
اتفاق سان رات تي منوهر ڳڏجي ويو. مولڪي ڏسي
خوشيءَ ۾ ٽڙي پيو. چيائين، ”نرملا، ڪڏهن آئي
آهين؟ هُو اُتي جي هوا پاڻ ڪو نه ٿي پوندي ڇا؟ تون
پنهنجو رنگ روپ ڪٿي ڇڏي آئي آهين؟“
مون دل ۾ چيو: ڪوڙي! اِ سوچ پاڻ سان وڃي پيو
سوال ڪندو. ڪيتري وقت کانپوءِ ملڻ ۾ من کي هڪ
ڇو ڪوڙو ته آلس پر پو آنند مليو آهي. پر جڏهن

مُنهنجو ڌيان رميش ڏانهن ڇڪجي ويو، انڌ هن اهـو
الله ٻو ٻو احساس ويندو رهيو.

"ارملا."

"جي."

"ياد اٿيئي ته، اسٽيشن تي مانديءَ او موٽي هڪ
ڪم ڪيو هئو؟"

"ياد آهم."

"اهو ڪم پورو ٿي ويو."

"آچا، ذرا مان به ته ٻڌان."

اسين براس روڊ وارو رستو ڇڏي، انجنيري ڪاليج
۽ ايرالي ٻوٽيل وارو رستو وٺي ڪورٽ جي ٻاهرين
ڪول ڇڪري طرف وڌ ياسين. مدوهر چوندو رهيو، "ما...
سمجهاڻو ته تو هن ڇڇال ڪي نه وساريو هوندو. چد
ماسٽر هاساللہ جو شاگرد. هڪ دفعي وات تي ڳڌ
و. هئي ڳالهه جي رتن اسلام واري ڳتي ۾ وياسين
خوب شراب پيتو سين. سچ ته مون گهڻو نه پيتو
گهٽي پيڻ جو ٻو ويگ ضرور ڪيم. ۽ هـن شراب
نشي ۾ سچو راز کولي ڇڏيو. هو حيدرآباد جو هڪ
و پيندڙ هئو. هو ماسٽر جو هڪ ويجهو عزيز هئو.
و نه نيڪ هئو مگر ذرا شراب پيڻ جي عادت
پنسي وارو ماڻهو هئو. هو هڪ دفعي هتي
ماسٽر سان ملڻ اسڪول ۾ آيو، تڏهن لـوڪـي
لي ودا تي پيو. هن ماسٽر کي چيو لـ ڪيس

